# ڊراڙن جا ڏک

## (ادارو تحريڪ)

مرتب:

رسول بخش پليجو

عظمت ادبي اڪيڊمي نمبر 10

# ڏاڙن جا ڏڪ

(ماهوار تحريڪ ۾ ڇپيل چونڊ انٽرويو)

مرتب:

رسول بخش پليجو




عظمت ادبي اڪيڊمي حيدرآباد

[جملي حق ۽ واسطا قائم]


| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | ڌرتيءَ جا ڌڪ |
| مرتب : | رسول بخش پليجو |
| ڇاپو : | پهريون ١٩٧٤ع |
| | ٻيو ١٩٧٨ع |
| | ٽيون ١٩٨٧ع |

قيمت: 14-00 رپيا

هي ڪتاب محمد عمر ميمڻ، عظمت ادبي اڪيڊمي طرفان احمد برادرس پرنٽنگ پريس، ناظم آباد ڪراچيءَ مان ڇپرائي، ٣-١ نظام لاج، گاڏي کاتو، حيدرآباد مان پڌرو ڪيو.

# ترتيب

| صفحو | عنوان |
|---|---|

# ذاتي صفحو

”ڏرائن جا ڏڪ“ لاءِ مهاڳ ۾ محترم رسول بخش پليجي جو لکيل آهي، تنهن ڪري هن صفحي کي مون ذاتي صفحو ڪوٺيو آهي. ڏرائن اهي ڏڪ ماهوار تحريڪ جي ادارتي صفحن معرفت هنيا هئا جيڪي ۱۹۷۴ع ۾ پهريون دفعو ۽ تهان پوءِ ۱۹۷۸ع ۾ ٻيو دفعو ڪتابي صورت ۾ ڇپجي نروار ٿيا هئا. ۱۹۷۸ع کانپوءِ ۱۹۸۷ع تائين، ڏهه سال هي ڪتاب مارڪيٽ مان غير حاضر رهيو آهي، جيتوڻيڪ دوستن ڪيتري وقت کان ڪتاب جي ڇپائيءَ جي گهُر ڪئي پئي، پر ڪن اڻٽر سببن جي ڪري هن وقت تائين اهو ممڪن نه ٿي سگهيو.

تحريڪ رسالو ڏسڻ ۾ ته عوامي تحريڪ جي نظرين جو پرچارڪ هو پر منهنجي ذاتي خيال ۾، پارٽي لائين جو پابند هجڻ جي باوجود، تحريڪ ۾، سنڌ کي درپيش مسئلن کي هميشه اهميت ڏني ويندي هئي ۽ سنڌ جي مسئلن کي عوام تائين پهچائڻ ۾ ۽ عوام ۾ پنهنجن مسئلن متعلق شعور پيدا ڪرڻ ۽ سجاڳي پيدا ڪرڻ ۾ تحريڪ نهايت اهم رول ادا ڪيو هو ۽ انهن مضمونن جي انهيءَ اهميت جي ڪري ئي نيون ڇاپو ڇپرائي رهيا آهيون.

هن ڪتاب سان گڏ ئي، ”لڳ منهنجا لوڪ“ جو نئون ڇاپو پڻ ڇپرايو اٿئون جيڪو بہ مارڪيٽ ۾ هن وقت ڪتاب جي ڇپائيءَ تي ٿيندڙ خرچ ۾ موجود آهي.

ڪتابن جي وڪري جي جيڪا پوزيشن آهي، تنهن حساب سان ڪتاب گهٽ قيمت ۾ مهيا ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، ۽ انهيءَ جي صرف هڪ صورت آهي تہ خريدار ڪتاب اسان جي آفيس تان اهي خريد ڪري، انهيءَ صورت ۾ اسين ڪتاب گهٽي رعايتي قيمت تي ڏيئي سگهنداسين، باقي مارڪيٽ ۾ انهيءَ قيمت کان گهٽ ۾ ڪتاب مهيا ڪرڻ جنهن قيمت تي هي ڪتاب ڏيئي رهيا آهيون، ناممڪن آهي. اسان جا ڪتاب وري بہ ٻين ادارن جي ڪتابن کان سستا ٿا هجن.

سدائين گڏ

—عمر ميمڻ

12-10-1987

(پهريون ايڊيشن)

## مهاڳ

انساني تاريخ ۾ ٿورن ماڻهن گهڻن جو ڪيئو رکيو
ڏنڊي سان، پر ڳالهين سان به، ڪاڏو آهي. هو
ڪوڙيون ڳالهيون هلائيندا آهن ۽ انهن ڪوڙين ڳالهين
کي اهڙو ته بي حيائي ۽ بي شرمائي سان، ايڏو ته
زور شور سان، ايڏا ته واڪا ۽ ڪوڪريا ڪري، هر روز،
هر مهيني، هر سال ۽ هر صديءَ ۾ دهرائيندا آهن، جو
گهڻا ماڻهو ڪوڙين ڳالهين کي سچو ڪري سمجهڻ
لڳندا آهن. ڪوڙيون ڳالهيون ٿورڙن ٿورن کي وڏو
ڪم ڏين ٿيون. ڪوڙن وٽ ڏنڊو آهي. پر گهڻي
عوام وٽ اڃا به وڏا ۽ گهڻا ڏنڊا آهن. ٿورڙا ڪوڙا،
گهڻيون ڪوڙيون ڳالهيون ڪري گهڻي عوام جي
دماغن کي جڏو ڪري ڇڏيندا آهن. گهڻي عوام جا
گهڻا هٿ گهڻن ڏنڊن ڏانهن وڌندا ئي ناهن. ڪين ڏنڊي
خلاف ڏنڊو کڻڻ جي ڳالهه ئي خيال ۾ نه ايندي آهي.
جيڪي هٿ بي اختيار ڏنڊا کڻندا آهن، سي به پين جا
خالي هٿ ڏسي ۽ سندن ڍرڪيل ڪنڌ ڏسي، شڪي
ٿي پنهنجا ڏنڊا ڪٽي ڦٽا ڪندا آهن. پوءِ ڪوڙيون
ڳالهيون لکين ڪروڙين ڏنڊن وارن ڪيچل هٿن کي
ٿورڙن ڏنڊن وارن ننڍن هٿن کان مارائينديون آهن.
ڪوڙين ڳالهين کان سواءِ سچيون ڳالهيون به

ليندڙيون آهن. ڪوڙين ڳالهين وارا مفت خور حرام ڪالو ۽ ڦورو ٽولا سچين ڳالهين کان ونءِ ويندا آهن. انهن کي ڏڪاريندا آهن. ڪاٽن ڊڄندا آهن. هو سچين ڳالهين کي جتي پڌلدا آهن، اتي انهن جو ڪنڌ مروٽي ڇڏيندا آهن. نه ته وري انهن کي ڪڏ ڪٽي ڌڻ ڪري ڇڏيندا آهن. يا انهن تي گندگي ۽ بدبوءِ وجهي انهن جي صورت بگاڙي ڇڏيندا آهن. هو وس پڄندي سچيون ڳالهيون ظاهر ٿيڻ نه ڏيندا آهن. هو سچين ڳالهين ڪرڻ واري کي وس پڄندي آزاد يا جيئرو نه ڇڏيندا آهن. اڳئين زماني ۾ سچين ڳالهين ڪرڻ وارن کي نانگن مٿان ڏنگائيندا هئا يا ان جي جيئري کل لهرائيندا هئا، يا کيس گهاڻي ۾ پيڙهائيندا هئا يا وري سندس عضوا آهستي آهستي ڪپي، کيس سوريءَ تي ٽنگي ڇڏيندا هئا. سوريءَ تي ٽنگيل، رت ڳاڙيندڙ سچ چوڻ واري کي مرڻ جي به موڪل ڪانه هئي. ٽئي، چوٿين، يا پنجين ڏينهن مس مس مٿان سندس دڙ کي ڏار ڪرڻ جي موڪل ايندي هئي. هر ڪوڙي ڳالهه سوين هزارين سچين ڳالهين جي قاتل هوندي آهي. انسان ذات هيستائين غلاميءَ، وڏيرا شاهيءَ ۽ سرمائيداريءَ جي قاتل ۽ آدمخور نظامن جي گهاڻي ۾ پيسجي چڪي آهي. اهي نيئي قاتل ۽ آدمخور نظام ڪروڙين ڪوڙين ڳالهين جي ٽيڪ بنا قائم نه رهي سگهن ها. اهي نظام ڪروڙين اربين سچين ڳالهين کي سرجندي ئي

گھٽ ڏيڻ بنا، خفا خون ڪرڻ بنا، سوريءَ تي چاڙهڻ بنا، قائم نہ رهي سگهن ها. هزارين سالن کان ائين آهي. اڄ بہ ائين ٿي آهي.

اڄ بہ ڪوڙيون ڳالهيون لوهي زنجيرن وانگر ڪميڄل ۽ اشراف ماڻهن جي ذهن کي وڪوڙيو ويٺيون آهن. سچيون ڳالهيون اڄ بہ ڏوهارين ۽ ڪوڙهين وانگر منهن ويڙهيو لڪنديون وتن.

هن لکڻين ۾ توهان کي سچيون ڳالهيون سموري جون سموريون سربستيون نظر نہ اينديون. اهو ناممڪن آهي. جيستائين ملڪ وڏيرڪي سرمائيدار نظام جي اشڪنجي ۾ قابو آهي، تيستائين سموري سربستي سچي ڳالهہ، ڏوهاري، روپوش، قيدي، جلاوطن يا خفا خون ٿيل رهندي. هن وقت سچ جون فقط ڪي جهلڪيون ڏسي سگهجن ٿيون.

اهڙيون جهلڪيون توهان کي پڻ هنڌان گهٽ نظر اينديون. فقط پورهيت ۽ مظلوم عوام جي جاءِ تي بيهڻ ۽ اتان دنيا جي چڪاس وٺبي، تڏهن ئي سورين ۽ سربستين سچين ڳالهين جا سڀ ڪان وڌيڪ چٽا، صحيح رنگ روپ ڏسي سگهبا. نہ تہ هوندي اڪثر ائين ٿو ٿئي تہ هڪڙي ڪوڙي ڳالهہ کي ننديءَ، ٻي اهڙي ئي ڪوڙي ڳالهہ يا اڳين کان بہ وڌيڪ خراب ڪوڙي ڳالهہ ماڻهن تي مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي.

عوام جا دشمن ٿورو طبقا جڏهن ٻاڻ ۾ وڙهندا آهن، تڏهن اڪثر ائين ٿي ٿيندو آهي. ٻئي ڀاڱا ۾ وڙهندا به آهن ۽ هڪٻئي جي ڳالهين کي ڪوڙو به ڪندا آهن. اڳلي ڪان به وڌيڪ ڪوڙيون ڳالهيون به ڪندا ويندا آهن. سچيون ڳالهين کي قتل ڪرڻ ۾ ٻئي هڪٻئي ڪان گوءِ کڻڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا آهن.

سچي ڳالهه ڪرڻ لاءِ رکيو جرئت نه کپي. ان لاءِ سمورزي ۽ سربستي چاڻ به کپي. ڳالهه ڪرڻ جو ڍنگ به کپي. ڳالهه ٻئي جي دل تائين پهچائڻ جو هنر به کپي. دوست توڙي دشمن اَن ڳالهه کان انڪاري ناهن ته انهن ڳالهين ۾ هي لکڻيون پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

هي لکڻيون آيتون ناهن. هي زايا آهن. سوين هزارين مالڪو هنن راين سان اتفاق ڪن ٿا ۽ اوترا ئي انهن سان اختلاف ڪن ٿا. اها قدرتي ڳالهه آهي. سنڌي سماج ۾ ڪئين طبقا آهن. هر طبقي جا مفاد ۽ سندس روح کي وڻندڙ ڳالهيون جدا آهن. تنهن ڪان سواءِ طبقن جا هڪٻئي تي اثر آهن. خاص ڪري وڏيري طبقي جا خيال صدين کان سنڌ تي ڇانيل آهن. انهن جا اثر وڏيرن تي به آهن ته هارين تي به آهن ۽ وچين طبقي وارن تي به آهن. جيستائين اهي اثر آهستي آهستي لهن، ايستائين وڏيرڪي سوچ سنڌي سماج جي طبقن تي سدي يا اڌ سدي نموني ڇانيل رهندي.

هي "تحريڪ" جا چونڊ ايڊيٽوريل آهن.

اهي اسان جي مسئلن جو حل پيش نٿا ڪن. اهي
ڪيتري قدر رڳو سوال اٿارين ٿا. جيڪڏهن هن ڪي
پڙهي ماڻهن انهن مسئلن بابت سوچڻ جي ضرورت
محسوس ڪئي ته چئبو ته انهن جو مقصد گهٽ ۾ گهٽ
پورو ٿيو.

هي ايڊيٽوريل "تحريڪ" جي سوچ جو اپچ آهن.
ڪيترا چاڙهو ماڻهو چون ٿا: ته اهي نه رڳو "تحريڪ"
جي جان آهن، پر سنڌي ادب ۽ صحافت جا شاهڪار
به آهن. توهان به پڙهي ڏسو. ممڪن آهي ته اهي
توهان کي سنڌ بابت سوچڻ ۽ ان کي سمجهڻ ۾ مدد
ڏين. ٿي سگهي ٿو ته اهي سڀ يا انهن مان ڪجهه
اوهان اڳ به پڙهيا هجن. پر ڪي شيون رڳو هڪ
دفعو پڙهڻ جون نه هونديون آهن. ٻئين ڳالهه سواءِ هن
سيني لکڻين کي هڪ هنڌ پڙهڻ مان جيڪا ڳالهه دماغ
۾ ايندي سا هونئن شايد نه اچي. بهرحال توهان پاڻ
فيصلو ڪريو ۽ اسان کي ٻڌايو.

هن ڪتابي پيهر ڇاپڻ جي هڪڙي ٻي به ضرورت
هئي. چوندا آهن ته "پڇڙو اهو جو درياهه پراڙ بيهي
ڪاريون ڏئي، يا منهن تي ڪوڙ ڳالهائي" يا "مٿن تي
ڪوڙ سيڪو وجهي سگهندو. پڇجي ان کان جهڙو
جيڏن تي به ڪوڙ وجهي!" ڪي چون ٿا "تحريڪ"
فلاڻي ڳالهه ڪري ٿي، فلاڻي نٿي ڪري. تحريڪ
جا ايڊيٽوريل حاضر آهن. اوهين پاڻ پڙهي فيصلو ڪريو

تہ هاڻوڪي ماحول ۾ ڪو ماڻهو ڪو سنڌي رسالو باقاعدي هلائڻ ضروري سمجهي ته پوءِ هن کان وڌيڪ ڪهڙيون ڳالهيون، ڪهڙي نموني ڪري سگهي ٿو؟

جنهن به ساٿيءَ کي ڪا اهڙي تمام ضروري ڳالهه سجهي جا رسالي بند ڪرائڻ بنا به ڪري سگهجي ها، يا نه ڪئي وئي آهي ته مهرباني ڪري اسان جي رهنمائي ڪري.

حيدرآباد ۴ ڊسمبر ۱۹۷۴ — رسول بخش پليجو

# حرامي ٻار

سنڌ صدين کان ٻن مانگر مڇن جي وات ۾ ڪرڻجندي رهي آهي. اهي مانگر مڇ آهن ڌاريان پيرمار ۽ پنهنجي وڏيرا شاهي. هنن ٻنهي جا پاڻ ۾ ناجائز تعلقات به رهيا آهن، جن مان هڪڙو ناجائز ٻار پيدا ٿيو. اهو ناجائز ٻار آهي ڪامورا شاهي.

ڪامورا شاهي، ڌارين پيرمارن ۽ اندروني وڏيرا شاهي جي چوڪيدار ۽ شڪاري لوڌ آهي. پر 'ڏاڍي هٿي ڏهه تہ توڙي هٿي تيرهن' وانگر اها پنهنجي ڄڻيندڙن کان بہ وڌيڪ موذي ۽ خطرناڪ آهي.

ڊڪٽيٽرشپ خلاف جدوجهد ۾ ۽ خاص ڪري چونڊن دوران سنڌ جي ماڻهن ڪامورا شاهيءَ خلاف پنهنجي نفرت جو ڀرپور مظاهرو ڪيو. هر جلسي ۾ ظالم ڪامورن تي لعنت ۽ ڦٽڪار جو وسڪارو هوندو هو. پر ڪامورا عوام تي ٺٺوليون ڪري چوندا هئا تہ "چڱو چونڊون ٿيڻ ڏيو، پاڻهي ئي خبر پئجي ويندي تہ اسين ڇا آهيون." اسين اکين سان ڏسي رهيا آهيون تہ ڪامورا راڪاس وانگر ماڻهو ٻوڙ ڪندا جيئن وٽن ٿو. تيئن عوام کي آزاري رهيا آهن. حڪومت بالڪل خاموش آهي، بلڪ ڪي وزير هن ظلم ۾ ڪامورا شاهيءَ

سان پاڻهن پيائي آهن. ڪجهه ڏينهن اڳ ۾ باڙيءَ جي
نئين صوبيدار بلوڪ هيڊ هاري کي ڏينهن ڏٺي جو
گولي هڻي ڪڍي ته اُن خلاف ڪو به قدم نه کنيو
ويو. پر الٽو کيس پروموشن ۽ انعام ڏنو ويو.

تازو آگسٽ مهيني جي پڇاڙي ۾ سنڌي عوامي
تحريڪ جي ڪارڪنن الهه بچايو مرڳاس ۽ مانڌل شر
کي اسسٽنٽ ڪمشنر ميرپور ماٿيلي. لاڪپ مان
گهرائي، گهران نڪتو گهرائي هنن جو پوليس هٿان
ڪارو سنهن ڪرائي شهر ۾ گهمايو. هنن جو ڏوهه
صرف هي هو ته هنن هارين جي قانوني مدد ڪئي.

تازو ميرپور بٺورو، ٽڙو، جاتي، ميرپور ساڪرو ۽
ٻين هنڌن تي ظالم وڏيرن، هارين کي حڪومت جي
زرعي سڌارن مطابق اڌ بٽئي ڏيڻ کان نه رڳو انڪار
ڪيو پر هنن پنهنجي پالتو چاڙتن، پوليس عملدارن کان
هاري ڪارڪنن تي ڪوڙا ڪيس ڪرايا. ميرپور بٺوري
جي هاري ڪارڪن شير خان لنڊ کي ١١٠ هيٺ
گرفتار ڪيو ويو. جاتي ۾ ٻن ڪيترن ئي هاري
ڪارڪنن تي ڦرين جا ڪوڙا ڪيس داخل ڪيا ويا.
تازو هاري اڳواڻ محمد قاسم "پٽر" مرڪب تحريڪ
سلسلي ۾ سنڌ جي انقلابي شاعر سرويچ سجاولي کي
ڪارن قانون هيٺ گرفتار ڪيو ويو آهي.

## سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ خلاف سازش بند ڪريو!

ڪجهه اسٽالن تي وڃي ڏسجي ٿو ته سوين اردو رسالا نصرت، سنگت، اردو ڊائجيسٽ، سياره ڊائجيسٽ ۽ عالمي ڊائجيسٽ وغيره ڪان ولي خضرراه جهڙا جنسي رسالا ۽ ڪتاب عام جام وڪامي رهيا آهن. جڏهن سنڌ جا ڪي هٿ ڏوڪي سنڌي رسالا ڪڍڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ته انهن کي ڊڪليئريشن نٿا ڏنا وڃن. الٽو جيڪي هڪ ٻه رسالا نڪرن ٿا تن کي نوٽيس ڏنا ويا آهن. ڇا هي سنڌي علم ۽ ادب خلاف هڪ گهري سازش ناهي؟ سنڌي ادب خلاف هي سازش هرگز ڪامياب نه ٿيڻ گهرجي.

سنڌين جا نمائندا سڏائڻ وارا! سنڌي ادب ۽ زبان جو دم ڀرڻ وارا! سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جو گلو گهٽڻ بند ڪريو. سنڌي ماڻهن سان مذاق ڪرڻ بند ڪريو. سهڻي، اڳتي قدم ۽ سنڌو پبليڪيشن کي ڏنل نوٽيس واپس وٺو. سنڌي اخبارن ۽ رسالن جي ڊڪليئريشن لاءِ ڏنل درخواستون ردي ٽوڪرين مان ڪڍي منظور ڪريو.

## دفن ڪريو

نيشنل عوامي پارٽي سالن کان سال هرهنڌ ناچ ڪريو، جمهور هئو، جمهوريت، سوشلزم، سيڪيولر ازم، قومي حقن ۽ صوبائي خود مختاريءَ جون هنبوڇون هڻندي رهي آهي. هن پارٽيءَ ون يونٽ ٽوڙائڻ جو ڍونگ ڇڏي، جماعت اسلامي سان شريڪ ٿي ڊئيڪ (ڊي.اي.

سي) جو ناٽڪ رچايو، ٻوءِ سيڪيولرازم کي طلاق ڏنائين، ٻوءِ ٻولي جي مسئلي تي مظلوم قومن کي پٺ ۾ خنجر هنيائين. تازو ان آئيني ڍانچي تي صحيح ڪئي آئس، جنهن ۾ صوبائي خودمختاريءَ جي مٽي پليت ڪئي ويئي آهي.

هاڻي هن وقت لاش آهي، اهو هاڻي ڏڦ ڀيو ڪري، ٻر لغاري، عزيز الله شيخ، سرڪي، مهر حسين شاهه ۽ ٻيا ڪانڊي اچا به ان کي ڪلهن تي کڻيو اخبارن ۽ جلسن ۾ رلائيندا وتن.

هاڻي برابر مڪريل ڏائڻ ۽ هست رنگي ڏوڻي هئي. "چندا ڏوڀڻ" ڪان به وڏيڪ ٻارن کي آسرا ڏيڻ واري ترڪتالو هئي. ان جي ٻلاند تي سوين خونن جا ذيا هئا. قومي ٻولين جو خون، عوامي انقلاب جو خون، قومي جدوجهد جو ۽ جمهوريت جو خون. ان کي جيڪا به سزا ڏجي ها سا ٿوري. ٻر لاش جي بي حرمتي ڪنهن به مذهب ۾ جائز نه آهي. هن سڙيل لاش کي ڪلهي تي کڻي نچائڻ وارا خدا جا بندا، هاڻي گهٽوڻي ٿيو! هاڻي اهو بدبودار "لاش" مات مٽيءَ ۾ دفن ڪري ڇڏيو.

["تحريڪ" پبليڪيشن - نومبر ۱۹۷۲]

# بنگلا ديش منظور ٿيل آهي!

رهزنو! قاتلو! جلادو! بنگلاديش اڳيئي منظور ٿيل آهي. اٺ ڪروڙ ماڻهن جي قوم پنهنجي پگهر، پنهنجي لڙڪن ۽ پنهنجي رت سان ان جي منظوريءَ جو دستاويز لکي ڇڏيو آهي. بنگلا ديش بندوق جي ناليءَ مان وجود ۾ آيو آهي ۽ نه ڪنهن اقرار بازيءَ، قانون بازيءَ، ڪانفرنس بازيءَ يا اليڪشن بازيءَ مان. اهو ڪنهن منظوريءَ جو محتاج ڪونهي.

مجرمو! توهان کان ڪير ٿو بنگلاديش جي منظوريءَ جو پڇي! توهان ته جوابدار آهيو. توهان تي فريادي آهن ــ سنگينن تي ٽنگيل ٻار، ايذاءَ ڏيئي ماريل شهزادا، جوان لٽيل لڄون، ماٺا ماريل ماڻهون، اجاڙيل گهر، سڙيا اڳر، جلايل ڳوٺ، اڌ پوريل قبرون، رت ۾ ٻوڙيل ساڙيل ٻاريل ڌرتيءَ تي پکڙيل انساني هڏيون، هڪ رتو ڇاڻ ٿيل ملڪ، هڪ ڪٺل قوم. توهان سان هرهڪ هزارين، لڪين دفعا ڦاسيءَ تي ٽنگجڻ جو ذوهاري آهي. اي چنگيز ۽ هلاڪوءَ جا تخمو! بزدلو! توهان ۾ ته هٽلر ۽ گوئبلز جيترو به حياءُ ڪونهي. هنن شرم کان پاڻ کي ماري ته ڇڏيو. توهان اڃا پيا جيئو ۽ چئو "بنگلا ديش نامنظور!"

# هنن مجرمن تي مقدما هلايو!

پاڪستان جو صدر دنيا اڳيان اعلان ڪري چڪو آهي ته ”اسان مسلم بنگال ۾ پنهنجي غلطين جي تلافي ڪرڻ ۽ ڏوهارين کي سزائون ڏيڻ لاءِ تيار آهيون.“

پاڪستان جي قانون موجب ڪنهن جي گهر مان چهن رپين جي ڪڪڙ چورائڻ جي سزا ست سال قيد ٿي سگهي ٿي. اوير پاڪستان ۾ جن ماڻهن اوير پاڪستان جي عوام خلاف ڏوهه ڪيا آهن، تن مان گهڻا اولهه پاڪستان ۾ موجود آهن. ملڪ جي موجوده قانون هيٺ انهن تي مقدما هلڻ گهرجن. ضرورت پوي ته بين الاقوامي ٽربيونل مقرر ڪيا وڃن. شاهدي جي سلسلي ۾ بنگلاديش جي سرڪار جو تعاون حاصل ڪري سگهجي ٿو.

اهي مجرم باقي رهيل پاڪستان لاءِ به سخت خطرو آهن. مودودي فرقي جا ڏاڙهي پوش غنڊا جن بنگال ۾ قتل عام ڪيا، سي وري فوجي ٽولي کي ڇچون پيا ڪن ته اولهه پاڪستان ۾ بغاوت ڪري عوام جو قتل عام ڪريو ۽ غير قانوني ڊڪٽيٽرشپ قائم ڪريو. تنهنڪري حڪومت نه رڳو اوير پاڪستان جي عوام اڳيان پر خود باقي رهيل پاڪستان جي عوام اڳيان انهن غنڊن کان حساب ڪتاب وٺڻ لاءِ پابند آهي. نه

تہ اهي خطرناڪ مجرم هئي ۽ اهو خوني ڊرامو دهرائيندا، جنهن پاڪستان کي هيڏو خوار ۽ ذليل ۽ تباهہ ڪري ڇڏيو آهي.

## گهر جا ڪڪڙ نہ ماريو!

گذريل سنڌ دشمن فسادن ۾ وڏيرا سنڌي مسڪينن کي پناهگيرن جي پوهي ۾ ڏيئي پاڻ پڇي لڪي رهيا. گهڻي خونريزيءَ کان پوءِ اچا پناهگير ٿورا جهڪا ٿيا تہ وري وڏيرا پاڻ شروع ٿي ويا! فساد بند ڪرائڻ جي بهاني ۾ نئي پناهگير پوري آڳ لاهي، پوءِ اچي سنڌين کي لڳا. مٿن پيڙهين جون دشمنيون هڪڙي ڏڪ ۾ پوريون ڪيون اٿن. جون ٿا تہ رڳو لاڙڪاڻي مان هزار کان مٿي سنڌي قيد ڪيا اٿن، بهانو اهو تہ، "پناهگير فسادن کي پنهجو پيا ڏيون!" مطلب تہ هي ڪالتو هر لٽڙ مان پنهنجو مزو ڳوليو وٺن. ڪامورا-شاهيءَ کي ختم ڪرڻ جي بهاني ايوبي دور جون دشمنيون بہ پاڙيائون. سچي ڪوڙيءَ کي گهرو ڏيئي سرڪاري نوڪريءَ مان سنڌين کي پهارو ڏيئي ڇڏيائون.

اها نئين ڳالهہ ڪانهي. ڪهڙي ۽ راشديءَ بہ ائين ڪيو. انهن کان اڳ بہ ائين ڪيو. پويان بہ ائين پيا ڪن. سنڌي شيرشاهن کان گهر جي ڪڪڙن کان سواءِ پيو ڪهڙو شڪار هيستائين پهتو آهي جو هاڻ ڪندا؟ مطلب تہ جيستائين سياست جي واڳ

وڏيرن جي هٿ ۾ آهي، ڇيستائين ائين ئي ٿيندو. جيستائين عوام پاڻ ۾ متحد ٿي سڀني قسمن جي وڏيرن جي سياست کان هڪلي نه ڪڍيو آهي، تيستائين اهي شيرشاهه جا شڪرا ڳهر جا ڪڪڙ ئي ماريندا رهندا.

## آزاد ڪريو

سنڌي عوام جو متفق مطالبو آهي ته سياسي ويڙهاڙ بند ڪريو. سمورن قانوني اشڪنجن ۾ قاسايل سنڌي مظلوم آزاد ڪريو.

۱۰۹ ۽ ۱۱۰ غنڊه ائڪٽ ۽ ٻيا ڪارا قلم ختم ڪريو. جي-ايم سيد، حفيظ قريشي، مانڌل شر، الهه بچايو مرڻاس، غلام قادر پليجو ۽ ٻين سمورن سون هزارن سنڌي قيدين کي آزاد ڪريو. يوسف لغاري ۽ ٻين خلاف ڪڍيل وارنٽ رد ڪريو. ظالم ۽ مظلوم ۾، دوست ۽ دشمن ۾ فرق ڪريو. پنهنجي پير تي ڪهاڙو نه هڻو. وير نه وڌو. بيوقوف نه ٿيو. اهو سياسي خودڪشي ۽ تباهي جو رستو ڇڏيو. سنڌ تي مڪمل وڏيرڪي ڊڪٽيٽرشپ مڙهڻ جي پاليسي ترڪ ڪريو!

[”تحريڪ“ پبليڪيشن - ڊسمبر ۱۹۷۲]

قومي جدوجهد ۾

# زميندارن جي اڳواڻي وڏيرڪو راڄ قائم رکندي!

سنڌي عوام ۾ خاص ڪري سنڌي پڙهندڙ ۽ لکندڙ اها ڳالهه لنا چاهين ته ڪو سنڌي رسالن وارا پاڻ ۾ ذاتي ڏاڙهيءَ پٽ ڪري گند ڦهلائين. اسان سنڌي عوام جي انهيءَ راءِ سان متفق آهيون.

پر انهيءَ جي اها معنيٰ ڪانهي ته سنڌي رسالن وارا غلطيون ڪن يا غلط روش اختيار ڪن ته انهن تي فهميدي نموني ۾ جائز اصولي تنقيد نه ڪجي.

”اڳتي قدم“ وارن تازو جي ايم سيد نمبر ۾ جناب رسول بخش پليجي جو محترم سيد صاحب بابت لکيل هڪ مضمون ڇاپيو آهي. اهو مضمون نه ”اڳتي قدم“ وارن کي ڏنو ويو ۽ نه انهن لاءِ لکيو ويو هو. هنن اهو بنا اجازت بلڪ بنا اطلاع ڇاپيو آهي. باوجود ڇوته جي اهو نه لکيائون ته اهو ڪڏهن لکيو ويو هو.

انهيءَ چوريءَ بلڪ سينه زوريءَ ذريعي اهو غلط تاثر ڏنو ويو آهي ته ڄڻ لکندڙ جا هن وقت شاهه صاحب

جي سياسي لائين بابت اهي خيال آهن جي ان مضمون ۾ جاڳايل آهن. حالانڪ ڪين خبر هئي ته ائين نه آهي.
اهو مضمون اڄ کان ٦ سال اڳ لکيو ويو هو ۽ وسالي بادل ۾ ڇپيو ويو، جتان ڪنيو ويو آهي.

طبقاتي ست سڳ!

ان زماني ۾ شاهه صاحب عملي سياست کان رٽائر ٿيل هو. هن اجا ون يونٽ خلاف هلايل لمبي قومي تحريڪ جي واڳ کڙي، راشدي ۽ نواب زاهد علي خان واري متحده محاذ جي حوالي ڪانه ڪئي هئي. عوام ۽ قومي ڪارڪنن کي اجا اها خبر ڪانه پيئي هئي ته طبقاتي لاڳاپا کڙي بلا ٿيندا آهن. هنن کي خبر ڪانه هئي، ته زميندار جي سياسي ماڻٽي فقط زميندار سان ٿيندي آهي. هو غريبن سان ڳالهين جي پائيواري رکندا پر حڪومت ۽ اقتدار جي پائيواري ڪانه رکندا. سندن پاڻ ۾ پلي ستر ويڙ هجن، پر وقت تي هو عوام کي پڇندا به ڪونه ۽ اندر ئي اندر ناني ڳوڙو پڏي ويهي رهندا. هڪڙا زميندار پلي ڪٺي "محب اعظم" هجن ۽ پيا پلي ڪٺي "غدار اعظم" ۽ پلي ڪٺي هڪ ٻئي جا جاني دشمن نظر اچن پر اندر ئي اندر سندن پاڻ ۾ ست سڱ آهن. اهو پاڻي لٺ هڻڻي ڪڏهن به جدا ڪونه ٿيندو. ڪين خبر ڪانه هئي ته "ميمڻ ڇريو ٿيندو ته به پنهنجن ڏالهن ڪڪ اڇلائيندو." زميندار پلي دنيا کي ترڪ ڪريو، الله لوڪ ٿيو، ويٺو هجي

۽ به فيصلي جي گهڙيءَ ۾ هو ليٽ پنهنجي طبقي جي ڀائرن يعني زميندارن ڏانهن ڪندو ۽ نه غريب هاري عوام ڏانهن.

گذريل ڇهن سالن جي عرصي ۾ تاريخ گهڻو اڳتي وڌي آهي. ان سنڌي عوام کي اهي ۽ ٻيا گهڻائي سبق سيکاريا آهن.

## گري ۽ ناجائز قيمت

وطن جي ماڻهن سان همدرديءَ جو جذبو رکڻ، مضمون ۽ ڪتاب لکڻ، جلسن ۽ جلوسن ۾ تقريرون ڪرڻ، جيل جون سختيون سهڻ تمام ضروري ۽ چڱا ڪم آهن. اهڙي ماڻهوءَ جو قدر ڪرڻ گهرجي. جي هو بزرگ آهي ته سندس ادب ۽ احترام ڪرڻ گهرجي. جي هن پنهنجي سيني کان وڏيڪ تڪليفون ۽ ڏاڪڙا سٺا آهن ته ٻين سيني کان وڌيڪ سندس قدر، ادب ۽ احترام ڪرڻ گهرجي. پر ان جي اها معنيٰ بلڪل ڪانهي ته انهن تڪليفن ۽ قربانين جي عيوض ڪا سچي قوم اڪيون ٻوري سندس پوڄان ڪاهي پوي. ايڏي گري ۽ ناجائز قيمت جي نه توقع رکڻ کپي ۽ نه ڏيڻ کپي.

## اعليٰ علم ۽ اعليٰ سائنس!

انقلابي وطن دوست جدوجهد اڄ مڪمل علم ۽ سائنس بڻجي چڪي آهي. اها سائنس دنيا جي مظلوم قومن جي گذريل ٽن صدين جي جدوجهد جي بنيادي

مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿي. جهڙوڪ:
قومي جدوجهد جا مقصد ڪهڙا هجن؟ ان جي اڳواڻي ڪهڙو طبقو ڪري؟ ان جي سياسي واٽ، حڪمت عملي ۽ چالون ڪهڙيون هجن؟ وغيره. انقلابي قومي جدوجهد جي تاريخ اسان کي سيکاري ٿي ته ڪابه انقلابي قومي جدوجهد هيٺين بنيادي ڳالهين کان سواءِ قطعي ڪامياب ٿي نٿي سگهي. (۱) مڪمل انقلابي وطن دوست نظريو (۲) ان نظرئي تي عمل ڪندڙ هڪ منظم ۽ مجاهد پارٽي، جنهن جي اڳواڻي پورهيت طبقي جي هٿ ۾ هجي ۽ نه زميندارن يا وچولي طبقي جي ماڻهن جي هٿ ۾ هجي، (۳) قومي جدوجهد جو انقلابي ڏتگ (۴) هڪ انقلابي وطن دوست گڏيل قومي محاذ، جنهن جي اڳواڻي وطن جي پورهيت طبقي جي هٿ ۾ هجي، ۽ جنهن جو مکيه دارومدار وطن جي هارين تي هجي.

انهن بنيادي ڳالهين کان سواءِ جيڪا به جدوجهد هلي ٿي اها هميشه سطحي، هُل بکيڙي، لفاظي ۽ سودي بازي تائين محدود رهندي. تاريخ بار بار ثابت ڪيو آهي ته جنهن به قومي جدوجهد جي اڳواڻي زميندار يا سرمائيدار طبقي جي ماڻهن جي هٿ آهي، تنهن جو انت هميشه عوام سان دوکي، دولاب، دشمن سان سودي ۽ وڏيرڪي يا سرمائيدار راڄ تي ٿيو آهي.

## ٻه چلاڪ چوڪڙيون!

’سنڌ متحده محاذ‘ ۽ ’پيپلز پارٽيءَ‘ جي گذريل
سياسي تاريخ تي هڪ نظر وجهبي ته سچي ڳالهه ظاهر
ٿي پوندي. زميندار طبقي جا قابل اڳواڻ اول شاگردن،
نوجوانن ۽ وچولي طبقي جي ماڻهن کي هر ڪائين ڏنا.
سنڌي قوم يا سنڌي عوام جي حالت تي رت روئين ٿا.
سنڌي عوام جي دشمن ۽ غدار وڏيرن تي هڪڙي گار
لاهين ٻي چاڙهين ٿا. وڏيرا ٻه ٻڌن مخالفت ڪن ٿا.
ظاهر ائين ٿو لڳي ته جڻ اهي قابل زميندار اڳواڻ پنهنجي
طبقي جي ظالم ۽ غدار وڏيرن جا جاني دشمن آهن.
پر پوءِ جيئن جيئن عوام وڃن انهن ڳالهين تي موهجندا
۽ زميندار اڳواڻ ڏانهن صدق وڌائيندا، تيئن تيئن ظالم
۽ غدار وڏيرو طبقو وڃي ٿو پنهنجي زميندار اڳواڻن ڏانهن
رڙهندو. پردي پويان ڳجهه ڳوهه ۾ وڏيرڪا ناهه ۽
سودا ٿين ٿا. تان جو اليڪشنون اچن ٿيون. عوام کي
چيو وڃي ٿو ته ”هن اليڪشن ۾ ’پنهنجي پارٽيءَ‘
کڻيو ته توهان جا سڀئي ٻيڙا پار ٿي ويندا.“ ’پنهنجي‘
پارٽيءَ جي کٽڻ لاءِ لازمي ته ’پنهنجا‘ اميدوار اهڙا
بيهارجن جي کٽين. ظاهر آهي ته اهي وڏيرائي ٿي
سگهن ٿا. پوءِ وڏيرا قوم تي احسان ڪري عوام جي
”پنهنجي“ پارٽيءَ ۾ شامل ٿين ٿا. مخالف ڌر جي وڏيرن

جي ڇنڊال چوڪڙيءَ جي سامهون "پنهنجن" وڏيرن جي ڇنڊال چوڪڙيءَ ڪڙي ٿئي ٿي. اهڙيءَ ريت عوام جي جدوجهد جي ڪمائي انهن ڀاڙين ۽ مردارن جي حوالي ٿيو وڃي، جن جي سورن ڪان جند ڇڏائڻ لاءِ عوام هيڏي مٿاڪٽ ڪئي هئي.

## اصلي ڪاٺيدار!

پيپلز پارٽيءَ جو مثال اکين اڳيان آهي. متحده محاذ جو اڳوڻو رڪارڊ موجود آهي. نئون رڪارڊ ٺهي پيو. حال جناب ظفر شاهه، علي قطب شاهه ۽ محترمه حميده کهڙو ظاهر ٿيا آهن. پيا زميندار پويان آهن. اليڪشن مهل سڀ نڪري نروار ٿيندا. هڪڙا هُن پاسي، پيا هُن پاسي. غريب قومي ڪارڪن ۽ عوام جڏهن سيد صاحب جا قصيدا ڳائي، جيل ڪاٽي، جنيون سهي دنگ ڪندا، تڏهن اصلي ڪاٺيدار اچي قبضو ونندا.

سنڌ جا عوام هاڻي وڏيرڪي راڄ جي ڏيئي ڏانهن وڌي ويندڙ فريبي اليڪشني رستي تي کيلڻ لاءِ تيار ناهن. هو ڪنهن به قائد يا محب جي معرفت پنهنجي حقن جي جدوجهد جي ڏاڙهي ظالم ۽ غدار وڏيرن جي رهزن لوڌ جي هٿن ۾ ڏيڻ نٿا چاهين. هو اهڙي سيري پنهنجي ڪئي پاڻ چاڙهڻ ۽ رڌڻ چاهين ٿا. هو هاڻ اها سياست گهرن ٿا، جنهن ۾ هو جيڪا به اتوري کٽي طاقت گڏ ڪن، سا سندن ئي هٿن ۾ هجي ۽

ٻرمارن جي لٽ جو شڪار نہ ٿئي.

انهيءَ جي معني اها هرگز نہ آهي تہ زميندار طبقي جا جيڪي فرد سنڌي عوام سان همدردي، مدد ۽ رهبري ڪن تن جو قدر نہ ڪجي. ان ڳالهہ ڪري سيد صاحب ڪان وڏيڪ ڪوبہ زميندار سياستدان عزت ۽ قدر جي لائق ڪونهي. مطلب فقط هي آهي تہ تجربي ڏيکاريو آهي تہ جنهن بہ تحريڪ جي اڳواڻي ڪنهن زميندار جي هٿ ۾ آهي، ان جي واڳ جلد يا دير سان عوامي ڪارڪنن بدران وڏيو وڏيري طبقي جي حوالي ٿئي ۽ عوام ڏهون چئيندا رهجيو وڃن. ظاهر ۾ اهو هڪڙو چڱو زميندار اڳواڻ هوندو. ٻر ٻردي ٻوڻان سنڌس سڄي ڀڪي لوڏ ويٺي هوندي جا اليڪشن مهل نڪريو نروار ٿئي! چوندا آهن ”(ٻر) ٻڌو ڪاشو، ٻئي جي ڪيول ٻجڙي!“ زميندار طبقي جي ماڻهن جي سنڌي عوام سان همدردي ۽ مدد اکين تي! ٻر سندن اڳواڻيءَ ڪان توبهہ! اميد تہ ”اڳتي قدم“ وارا ساٿي آئينده احتياط ڪندا.

## حبيبن سان حال!

چوندا آهن ”نون مهارن مينهون ڏاڍيون، ڪٽا ماڙي دوٺهيون ٻاريون“ اسان کي احساس آهي تہ اسان جو حال بہ اهو آهي. ڪتاب مهينو ليٽ ٿي ويو. گهڻائي حيلا ڪياسون ٻر ليٽ نہ اڪري سگهيو. سبب

ڪهڙا ڏيون؟ ”مرڻشي مون ڏانهن ....“ هاڻ ارادو
اٿئون ته ”ايري لڏ سويل پلاٽنجي“ وارو ڪم ڪريون.
۽ واڳ ڪجهه اسان جي ته ڪجهه ٻريس جي ڏٿين
جي وس آهي. ٻاقي وهيٺا ڪين آهيون، جو هام هڻون.
۽ الله ڪندو، سڀ سولي ٿي پوندي.

اسان پنهنجي ايري سيري عقل ۽ وت آهر، سنڌي
عوام آڏو پين نقطي نظرن سان گڏ هڪ نئون انقلابي
۽ عوامي وطن دوست نقطي نظر پيش ڪرڻ جي ڪوشش
پيا ڪريون. اهو ڪٺن ڪم آهي. ان ۾ اسان کي
ڪيتريون ڳالهيون اهڙيون چوڻيون پون ٿيون جي شايد
چالو سمجهه مطابق ناهن. ۾ اسان جي خيال ۾ چالو
خيالن، چالو نظرين، چالو قومي سمجهه، چالو حڪمت
عمليءَ ۾ بنيادي ۽ انقلابي تبديليون آڻڻ کان سواءِ
اسان جي قوم جو ڳاڏو ڪيلچندو ته ٻيو ۾ اسين
ڪنهن بلند ۽ شاندار منزل جي مومل ماڙي ته سگهنداسون.

اسان جي اڳيان پهاڙن جيڏيون رڪاوٽون آهن.
اسان جو مقابلو نهايت ظالم، چالاڪ، عيار، زوراور ۽
تجربيڪار اندروني خواه ٻاهرين قوتن سان آهي. اندريون
قوتون اسان کي اندر ئي اندر اڏوهيءَ وانگر کائي،
اسان کي ٻاهرين جو آسان شڪار ڪن ٿيون. وقت
تي پٺي قوتون پاڻ ۾ پيٽ ٿيو وڃن. اسان جي قومي
سمجهه اڃا ايڏي پختي ڪانهي، جو اسين ايڏي پراڻي
۽ پيچيدي سياست کي هڪدم سمجهي وٺون. ظاهر آهي

غلط ڦهميون ڏينديون، آڱريون کڃنديون. الزام مڙهبا، منهن سڌين ڳالهين کي ابتيون معنائون پهرائبيون. پر اسان اهو سڀڪجهه پڙهي ڪنيو آهي. اسين ذاتي حملن کي حقارت سان نظرانداز ڪنداسين. اصولي ڳالهين بابت پنهنجا خيال اصولي نموني پيش ڪندا رهنداسين. اختلاف ۽ تنقيد جي آجيان ڪنداسين. پڙهندڙ سائين کي رهبريءَ لاءِ خلوص پرپور عرض ٿا ڪريون.

["تحريڪ" پبليڪيشن - جنوري، فيبروري ١٩٧٣ع]

# هي آئين نہ گھرجي!

هي آئين جمهوريت جي چلندڙ پنيءَ ۾ ورڙهيل ڏکنڙي زهر جي پڙي آهي، سنڌ لاءِ، پاڪستان جي ننڍين قومن لاءِ، ۽ سموري بچيل پاڪستان لاءِ، ڪي پورڙا سنڌي پنّي صاحب جي صدارت جي هُش تي خوش ٿي، اهو قاتل زهر پيئڻ لاءِ تيار ٿا ڏسجن، پر پوءِ سنڌين جو محشر ٿي رُلي ويندو! پيو ته ٺهو، رُڳو ڏاڍهن ڪرڻ ڪان به ويندا سون. سيڪو چوندو "ميان پنهن جي هٿ سان اڇو منهن ڪيو اٿو، هاڻ وري ٿيڻ ٿيڻ ڇا جي ٿا ڪريو؟" پوءِ پنهن جي وڍئي جو ڪهڙو ويڄ ڪهڙو طبيب؟

هٿلر به نہ هوڙي آئين هيٺ قوم جي چونڊيل نمائندي طور ۽ قانون موجب آئيني ڊڪٽيٽر ٿيو هو!

اسان کي اهو جمهوري ۽ عوامي آئين گهرجي، جنهن ۾ اسان جي عوام جي قومي حيثيت، قومي ۽ عوامي حقن ۽ قومي زبان کي صاف صاف نموني تسليم ۽ محفوظ ڪيو ويو هجي. هي سنڌ دشمن، عوام دشمن، فاشي آئين اسان کي نہ گهرجي.

## بلوچستان کي ستائڻ بند ڪريو

بلوچستان جو عوام صدين کان سنڌ جي وڏيرڪي نظام کان به وڌيڪ وحشي قبائلي سرداري نظام ۾ گرفتار آهي. بلوچستان جا سردار بلوچ عوام جي حياتي ۽ موت جا مالڪ آهن. بلوچ عوام به سنڌين وانگر غريب، بکايل، ڏکويل ۽ دٻايل آهي.

ون يونٽ مڙهڻ مهل جڏهن سنڌي وڏيرا شاهيءَ بيغيرتيءَ سان، پنجابي پتاهگير ڊڪٽيٽرشپ جو ڳٽ پنهن جي هٿن سان پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌو، تڏهن ڪن بلوچستان جي سردارن ڊڪٽيٽرشپ جو مقابلو ڪيو ۽ ڪافي مصيبتون سٺيون. انهيءَ ۾ ڪجهه پاڻ ۾ سندن ذاتي ۽ طبقاتي فائدو هو جو سندن سرداريون خطري ۾ هيون. پر ساڳئي وقت ان ۾ بلوچ قوم کي پنجابي راج کان بچائڻ جو به سوال هو. تنهنڪري انهن سردارن جو نه رڳو بلوچستان پر سنڌ جي عوام جي نظرن ۾ به وقار وڌيو. سنڌ جي ڪيترن جمهوريت پسند ماڻهن پڻ آهي بلوچ سردارن جي مدد ڪئي ۽ بلوچستان ۽ سنڌ جي عوام جا پاڻيءَ وارا ڳهرا ناتا اڃا به وڌيڪ مضبوط ٿيا.

جڏهن ارگزيل چونڊون ٿيون ۽ بلوچستان ۾ اهي سردار ڪامياب ٿيا، تڏهن سنڌ جي ماڻهن کي تمام گهڻي خوشي ٿي. ڪن خاطري هئي ته اهي دليت

سردار پنهنجي قول موجب سنڌ جي قومي جدوجهد جي
پٺڀرائي ڪندا ۽ سنڌي عوام سان پالهن پيلي ڏيندا.
انهي ڪري گذريل سال ٣ مارچ تي جڏهن انهن مان
ڪي سردار حيدرآباد ۾ آيا، تڏهن سنڌن پنهنجائپ ۽ وارو
۽ پرجوش استقبال ڪيو ويو.

## پناهگير پرست سردارن سنڌ ۽ بلوچستان جي انهان سان غداري ڪئي!

هر افسوس جو انهن ساڳين بلوچ سردارن پناهگير
نمپ جي اثر هيٺ اچي بلوچستان ۽ سنڌ جي عوام
جي اميدن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. هو هميشه قومي زبان
کي تسليم ڪرائڻ جو پرچار ڪندا رهيا آهن. هر عين
ٽائيم تي هنن ۽ سنڌن سرحد وارن نمپ پرست پٺاڻ
خانن پنهنجين پيارين ٻولين کي ڇڏي اردو ۽ کي صوبائي
زبان بنائي بلوچستان، سنڌ ۽ سرحد جي ماڻهن سان
ويساهه گهاتي ڪئي. بزنجو ۽ گل خان نصير جهڙا
ڪٽر قوم پرست سڏائيندڙ سردار پنهنجي پناهگير نقلي
ترقي پسند پيرن کي خوش ڪرڻ لاءِ جيئي سنڌ جي
تحريڪ کي شاونسٽ (ناجائز قوم پرست) تحريڪ سڏي
بدنام ڪرڻ لڳا. هنن سنڌي شاگردن ۾ ڦوٽ وجهڻ
لاءِ سنڌ ۾ نسلي بنيادن تي پناهگير پيرن جي زير اثر
"بلوچ اسٽوڊنٽ فيڊريشن" قائم ڪرائي. ڪراچي ۽
سنڌ جي ٻين علائقن تي سامراجي دعوائون ڪيون.

پناهگيرن جي فسادن ۽ پناهگيرن کي ٻـي ڌوهي ۽ سنڌي عوام کي ڌوهي ٺهرايو. سنڌن سرحد وارن سائين پناهگيرن کي خوش ڪرڻ لاءِ سنڌ ۽ پنهنجا وفد موڪلي ۽ ڪتاب لکي سنڌي عوام خلاف پنجاب ۽ سرحد ۾ پروپيگنڊا ڪرائي ۽ ٻهارين کي سنڌ تي مڙهڻ جي سازش جي فائدي ۾ بيان ڏنا. خود ڪوئٽيا ۾ سنڌن رسالي "سنگت" جنهن جو ايڊيٽر بزنجي صاحب جو فرزند بي زن آهي، تنهن ۾ سنڌ جي خلاف زهريلا مضمون ڇاپيا ويا ۽ سنڌ کي هر طرح بدنام ڪيو ويو. انهن ۽ ٻين حرڪتن فريبي پناهگير ٽهي جي ڪٽر قوم پرست پناهگير پيرن جي مريد سردارن نه رڳو سنڌ جي عوام سان ويساهه گهاتي ۽ دشمني ڪئي پر بلوچستان جي عوام جي قومي جدوجهد کي سنڌي عوام جي قومي جدوجهد کان ڪاٽي، ان کي اڪيلو ڪري سخت نقصان پڻ رسايو. اهڙي طرح هنن سنڌ ۽ بلوچستان جي عوام جي پاڻ ۾ واري اتحاد خلاف ڪئين سنگين ۽ معاف نه ڪرڻ جهڙا جرم ڪيا.

## سنڌ دشمن پناهگير ۽ سندن مريد سنڌ ۽ بلوچستان جي عوام جو ساٿ ڏوڙي نه سگهندا.

پر بلوچستان جي مظلوم ۽ بهادر عوام جو انهن سردارن جي سنڌ دشمن حرڪتن سان ڪوبه واسطو

ڪونهي. سنڌ جي عوام جي دلين ۾ ننهن جي بلوچستان
جي ڀائرن لاءِ جيڪا اُتاهه ۽ گهري محبت هميشه پئي
رهي آهي، تنهن ۾ انهن حرڪتن ڪوبه فرق نه آندو
آهي. سنڌي عوام بلوچستان ۾ مرڪز جي ناجائز سياسي
۽ فوجي مداخلت کي ڌڪاري ۽ ننديو ٿو. سنڌي عوام
جو مطالبو آهي ته بلوچستان خلاف فوجي ڪارروايون
بند ڪيون وڃن. بلوچستان جي عوام کي پنهنجي
حڪومت پاڻ هلائڻ جو جمهوري حق موٽائي
ڏنو وڃي. سنڌ ۽ بلوچستان جو سڀني ۽ پنهورنءَ وارو
ساٿ آهي، اهو ساٿ اٽل ۽ لازوال آهي. چند وڏيرن
يا سردارن جون حرڪتون اِن ساٿ کي ٽوڙي نٿيون
سگهن. اسين بلوچ سردارن وانگر نقلي ترقي پسند ناهيون.
اسين سنڌ جا سچا قوم پرست ۽ سچا ترقي پسند، مرڪز-
پرست سنڌي وڏيرن جي بلوچستان دشمن قدمن جي
سخت مخالفت ٿا ڪريون ۽ بلوچستان جي عوام جي
حمايت ٿا ڪريون. سڀني جي ديس ۽ قوم جا ماڻهو
پنهونءَ جي وطن ۽ قوم جي ماڻهن خلاف زورآوري
هرگز برداشت نه ڪندا. سنڌ بلوچستان ساڻ آهي.

## اسين گاريون نه ڏيندا آهيون

اسان پنهنجي گذريل ڪتاب جي ايڊيٽوريل ۾
پوري ذميواريءَ، سنجيدگيءَ ۽ تفصيلات سان سنڌي
قومي جدوجهد جي ڪن مسئلن تي پنهنجي راءِ جو

اظهار ڪيو هو. اسان پاڻ کي محب وطنيءَ ۽ حق پرستيءَ جا اڪيلا ليڪيدار ڪونه سمجهون. اسان چيو هو ته "اسين اختلاف ۽ تنقيد جي آجيان ڪندا آهيون." اسان پڙهندڙ سائين کي رهبري لاءِ خلوص پريو عرض ڪيو هو. ڪيترن پڙهندڙ سائين اسان سان اختلاف ڪيو آهي، پنهنجا دليل ڏنا آهن ۽ اسان تي اصولي تنقيد ڪئي آهي. اسين انهيءَ رهبريءَ لاءِ سندن ٿورائتا آهيون. اسان سندن خطن جا جواب ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇاپي رهيا آهيون.

ٻئي طرف ٻن رسالن جي فاضل ايڊيٽرن اسان جي ايڊيٽوريل جو جواب ذاتي حملن، گارين ۽ بليڪ ميل ڪرڻ جي ڌمڪين سان ڏنو آهي. اسان گذريل دفعي لکيو هو "ظاهر آهي ته غلط فهميون ٿينديون. اگر اسين ڪجهه ڪنديون. الزام مڙهيا. سٺن مٺن ڳالهين کي اُبتيون معنائون پهرائبيون. پر اسان اهو سڀ ڪجهه پولي ڪنيو آهي. اسين ذاتي حملن کي حقارت سان نظر انداز ڪنداسين. اصولي ڳالهين بابت پنهنجا خيال اصولي نموني پيش ڪندا رهنداسين."

اسان کي خبر آهي ته اقلي اسلام پسندن، نقلي ترقي پسندن ۽ نقلي قوم پرستن جي هڙ ۾ سواءِ گار گند جي ٻيو ڪي به ڪينهي. جيڪي ڪُني ۾ هوندو سو ٿي ٻاٽ ۾ پوندو. اسان کي خبر آهي ته سنڌي عوام قومي سياست ۾ گار گند کي ڌڪاري ٿو. هو ان کي قومي اتحاد ۽ قومي مفاد خلاف سمجهن ٿا ۽

معاف نہ ڪرڻ جھڙو ڏوھہ سمجھن ٿا. اسان کي احساس آھي تہ ڳالھ ڪند ۽ ذاتي ڏاڙھيءَ پٽ ڪرڻ ڏيندو سنڌي قوم جي ڪنن تي لوڻ برڪڻ.

تنھنڪري اسين پنھنجي وعدي موجب انھيءَ ڳالھ ڪند کي حقارت سان نظر انداز ٿا ڪريون. اسين اصولي ڳالھين بابت پنھنجا خيال اڳي جيان اصولي نموني پيش ڪندا رھنداسين.

جيتري قدر پليجي صاحب جي ذات تي ڳند اڇلائڻ ۽ ڪيس بليڪ ميل ڪرڻ جي ڌمڪين ڏيڻ جو سوال آھي، اسان کي خبر آھي تہ سنڌي عوام جو ھي اورچ، اڻ موٽ، داناءَ ۽ باڪمال فرزند سنڌ جي ٻين سرويچ ۽ ارڏن اديبن، دانشورن ۽ قومي ڪارڪنن وانگر سنڌي عوام آجي خدمت جي راھہ ۾ ھر قسم جي ذھني ۽ جسماني سختي ۽ ايذاءَ کي برداشت ڪرڻ ۽ ان جي مڙساڻي مقابلي ڪرڻ جو عادي آھي. ڪابہ ڳندي کان ڳندي سنڌ دشمن ۽ عوام دشمن حرڪت کيس پنھنجي راھہ تان ھٽائي نہ سگھندي. ھن جو ھميشہ اھو اصول پئي رھيو آھي تہ:

ڪندا سون ٻرن ۾ ڪوڏي اڪ لڪن،
آڳر آڱوٺي نہ مڙي، چھون ٻھر چڻن،
ويندي ڏانھن ٻرين، جنڪي جات نہ پاڻيان.

اسان کي يقين آھي تہ ھو ان اصول تي قائم رھندو.

["تحريڪ" پبليڪيشن - مارچ ١٩٧٣]

# نئون ون يونٽ

ون يونٽ جي خلاف سنڌي عوام گذريل ڪيترن سالن کان جدوجهد ڪندو رهيو آهي، وڏين قربانين ۽ ڪشالن کان پوءِ ون يونٽ جي پراڻي ڍانچي کي ڊاٺو ويو. چوطرف کيرون مبارڪون هلي ويون. جشن ملهايا ويا. هرڪنهن چيو ته هيءَ بلا مون ماري. پر ڏسڻ وارن ڏٺو پئي ته ون يونٽ جو ڪوٽ ڀاڙان نه پٽيو ويو آهي. فقط پراڻين سري کاڌل پٿين جي مرمت ڪري، کين نئون رنگ روغن لڳائي، هڪ نئون قهري ڪوٽ کڙو ڪيو ويو آهي.

اهو ڪوٽ اڳوڻي ون يونٽ جي ڪوٽ جي مقابلي ۾ وڌيڪ مضبوط، وڌيڪ پختين ڀاڙن وارو ۽ وڌيڪ سخت آهي. نئون آئين نئين ون يونٽ جو ائون دستور آهي.

نئين آئين، نئين ون يونٽ جي قيدخاني جي ديوارن مٿان اقلي اسلام جو رنگ ۽ نقلي سوشلزم جو روغن مکي عوام کي خوش ڪيو آهي. قيدخاني جي پهريدارن ۽ جيلرن کي عوامي ورديون پهرايون ويون آهن.

اڳوڻي ون يونٽ ۾ ڪمزوري اها هئي جو اهو

ٻڪيٽري ٻاچي هيٺ سنگينن جي نوڪ سان عوام
جي مٿان مڙهيو ويو هو! هن آئين ون يونٽ کي
انهيءَ ڪمزوريءَ کان آجو ڪيو آهي. هون ون يونٽ
عوام جي ووٽ سان، عوام جي چونڊيل نمائندن هٿان
۽ عوام جي قائد جي هدايت ۽ زير نگرانيءَ ۾ مڙهيو
ويو آهي.

اڳوڻي ون يونٽ ۾ پاڪستان جي مختلف قومن
جو نالو نشان گم ڪيو ويو هو، عوام جي ٻولين ۽
ثقافتن کي نظرانداز ڪيو ويو هو. صوبائي خودمختياريءَ
جي وجود کان انڪار ڪيو ويو هو. هاڻوڪي ون يونٽ
جي نئين آئين ۾ اهي نقص نه آهن. هن آئين ۾
پاڪستان جي مظلوم صوبن جا نالا ورائي، سندن پيڙهي
ٻوڙي وئي آهي. عوام جي ٻولين جي حفاظت جي
بهاني سندن گلو گهٽيو ويو آهي. صوبائي خودمختياريءَ
جي نالي ۾ صوبائي خودمختياريءَ جي مٽي پليد ڪئي
وئي آهي.

اڳوڻي ون يونٽ جي آئين مڙهڻ پٺيان عوام کي
سنگينون ڏيکاري سندن اکيون ٻوٽيون ويون هيون.
هاڻي ون يونٽ جي نئين آئين ۾ عوام کي "عوامي"
آفيم کارائي بيهوش ڪيو ويو آهي.

پاڪستان جا عوام گذريل پنجويهن سالن ۾ ڪيترن
دوکا ۽ فريب کائي چڪا آهن. پر ههڙي ويساهه گهاتي
پاڪستان ڇڏي ويساهه گهاتن جي ملڪ ۾ به ورلي

ٿي ھوندي. اڳي ته عوام دشمن خلاف فرياد ھو. پر
ھاڻ رڳو عوام دوستن لاءِ پر عوام جي قائدن سان واسطو
آھي. انھن جي دالھن ڪنھن کي ڏجي؟

جي سي لوڙائو ٿيا جنين سندي ڏار،
پاروئڙا ٿقري ڪنھن در ڏيندا دانھڙي؟

ڪنڌيءَ جھليو ڪانھن، عاشق آيو آھون ڪري،
تو ڪيئن پوڙي سٿي پيالي منھنجي پالھن؟
درياھ ٽوڙي دالھن ڏينديس ڏينھن قيام جي!

بھرحال قومن جي زندگيءَ ۾ اھڙيون لاھيون چاڙھيون
اچيون آھن. اسين انھيءَ ٿيئن ويساھ گھاتيءَ مان
نوان سبق سکنداسين. اسين بزدل ۽ مايوس نه ٿينداسين.
اسين پنھنجي قومي حقن جي جدوجھد جاري رکنداسين.
اسين پنھنجن حقن لاءِ لڙندا رھنداسين.

ڏکيائي ڏر ٿيلھه چڙھه چڪيائي چوٽين
ھلندي ھوت پنھونءَ ڏي پئو مڙيئي پيل.
آئني رائو رڪ ويئن تان واري وري!

فتح حق جي ٿيندي، فتح پاڪستان جي مظلوم
قومن جي عوام جي ٿيندي، فتح سنڌي عوام جي ٿيندي.

## اُٿر ۾ ابليس!

مظلومن تي رڳو ظلم ٿئي ته به ٺھيو. سندس زخمن
تي لوڻ ٻرڪڻ به ضروري سمجھيو ويندو آھي. مرڻ

جو ماريل رڳو بيماريءَ وگهي مري، يا ڪوڪوڙي ڪيس ۾ جهليل رڳو ڦاهي چاڙهي سو ڪافي ناهي. جيستائين پوليا، ملان، ڊاڪٽر، پوليس، ڪامورا ۽ وڪيل ڪيس ڪوڙا ڏنا ڏيئي سندس گهر پينگ نہ ڪن، تيستائين مرض جو مرڻ، قيديءَ جو ڦاهيءَ چڙهڻ بہ بيقاعدي ٿيو پوي.

نئين آئين پاڪستان جي مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن جي آسن ۽ اميدن کي جيڪي ڦٽ ڏنا آهن، تن تي لوڻ ٻرڪڻ لاءِ مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن جا ازلي ويري ورري بہ جمهوري پيڪ پڏي اچي گڏ ٿيا آهن. هڪڙي پاسي نقلي اسلام پسند ملان ۽ ٻئي پاسي نقلي ترقي پسند ڪامريڊ ۽ ٽئين پاسي نقلي قوم پرست سردار. سڀني هڪ ٻئي کي ڏوري اچي ڏنو آهي. هي رهزن، لٽيرن ۽ ڦورو ٽولو عوام جي ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ لاءِ، عوام جي آئيني حقن جي لاش تي اوچنگارون ڏيڻ ويٺو آهي. چالاڪ وارا چالاڪن ٿا تہ جمهوريت جا قاتل اهي ئي آهن. جيڪي هينئر وڏيون اوچنگاريون پيا ڏين. اهو ئي رهزن نقلي ٽولو آهي جنهن اسلام، جمهوريت، سوشلزم ۽ عوام جي نالي ۾ هميشه پاڪستان جي مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن کي گس هلندي راهہ تان پلايو ۽ ڦريو. هن ٽولي جي ئي ماڻهن ظاهر ظهور جمهوريت جا قافلا ڦريا، ماريا، لٽيا. هنن رهزن جا پلاند بنگال جي خون سان پريل آهن. هنن

ٿي ون يونٽ جي ڪوڙي مخالفت ڪري سچي مخالفت جي راهه بند ڪئي. هنن ئي ٻڌڪيڙن کي قتل عام ڪرڻ جون هشيون ڏنيون، هنن ئي پاڪستان کي انڊونيشيا بڻائڻ، لکين ڪروڙين عوام جو ڪوس ڪرائڻ جون سٽون سٽيون، هنن ئي ماڻهن جون زبانون ڌارن ڪان ڇڪي ڪڍڻ جون ڌمڪيون ڏنيون. هنن ئي ٿي چيو ته ”سنڌ ۽ بنگال جهڙي ڪوس جي ضرورت آهي“ هنن پاڪستان جي مظلوم قومن، سندن ٻولين ۽ ثقافتن سان ويساهه گهاتي ڪئي.

هنن کي اعتراض اهو ڪونهي ته اردوءَ کي پاڪستاني عوام ۽ قومن مٿان قومي ٻولي ڪري ڇو ٺاڦيو ويو آهي؟ حقيقي قومي ٻولين کي ڇو نظر انداز ڪيو ويو آهي؟ يا پاڪستان جي مختلف قومن جي قومي وسيلن کي ڇو لٽ جو مال بڻايو ويو آهي يا ٻوميه ماڻيل جا رهيل کهيل بند پڇي پاهرين پوڙ لاءِ ميدان ڇو صفا ڪيو ويو آهي يا ٻاهرين کي سنڌ تي مڙهڻ لاءِ قانوني اشڪنجا ڇو ڌاهيا ويا آهن يا صوبائي خودمختاريءَ جي نالي کي سکنو فريب ڇو بڻايو ويو آهي؟ انهن ”جمهوري“ گجهن کي ڳڻتي اها آهي ته اقتدار جي ڏونئي مان انهن کي وڏو حصو نه مليو آهي. اسلام جي آڙ ۾ انهن وڏيڪ بي خياليءَ ۽ بيشرميءَ وارو آئين ڇو نه ڏاهيو ويو آهي ۽ پاڪستان جي مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن کي الشمس ۽ البدر جي قاتلن

جي ڪلي جاگير جو نه بڻايو ويو آهي. هي جمهوريت جي قاتلن جو محاذ آهي. هي عوام جي رت جي پياسن زهري نانگن جو محاذ آهي. هي اهي آهن جن جي لاءِ فرمايل آهي ”منهن ته مومن جهڙو، اندر ۾ ابليس“.

پاڪستان ۽ سنڌ جو عوام پنهنجن هنن ازلي ويرين خلاف حياتي ۽ موت جي جدوجهد جاري رکندو.

## سنڌين کي جمهوري حق ڏيو

سنڌ ۾ هن وقت فقط ٻن ٽولن کي ڳالهائڻ جي موڪل آهي. هڪڙا وڏيرا ۽ وزير ۽ ٻيو اهي جمهوريت جا قاتل ۽ جلاد، جي پاڻ کي جمهوري مخالفت جا وارث سڏائي ملڪ تي مڪر، فاشزم ۽ غنڊا گرديءَ ذريعي قبضو ڪرڻ ٿا چاهين. پر سنڌ ۾ هڪڙي ٽين ڌر به رهي ٿي. اها ڌر آهي سنڌي عوام، پيپلز پارٽيءَ عوام سان جمهوريت جو واعدو ڪيو هو. جمهوريت اها ناهي ته فقط وڏيرا ۽ وزير صاحب گوهر افشاني فرمائين ۽ عوام سدائين رکيو وات ڦاڙي سندن گلاب جي گل جهڙا گفتا ٻڌن.

جمهوريت جو مطلب آهي ته جي مهيني جا ١٩ ڏينهن سرڪار نامدار جا گوهر پنهنجون گفتارون ٻڌائين ته گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي ڏينهن ته عوام کي به وارو ملي، جيئن هاري، مزور، ننڍا واپاري، آبادگار، شاگرد، دانشور ۽ قومي ڪارڪن به پنهنجي دل جو حال

## فسادن جي سازش کي پڌرو ڪيو

اخبارن مان معلوم ٿو ٿئي ته عوام دشمن ورڻي فساد ڪرائڻ چاهين ٿا. انهيءَ ڳالهه عوام کي بيچين ڪيو آهي. خاطري آهي ته ڪراچي، حيدرآباد، ميرپورخاص، سکر، نواب شاهه ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ فسادين هٿيارن جا وڏا ذخيرا گڏ ڪري رکيا آهن. فوجي تربيت ورتل الشمس ۽ البدر جا قاتل ڪراچيءَ ۾ تربيتي ڪيمپون کوليو ويٺا آهن. انهن جون ڪارستانيون گڏريل فسادن ۾ ڏٺيون ويون. پوليس وغيره جي سنڌي عوام سان سچائي اسان ڏسي چڪي آهي. سي-آءِ-ڊي سڄي فسادين جي ايجنٽن سان سٿي پيئي آهي. اها سرڪار کي پڌائيندي ته "فسادين ڏانهن سڀ خير آهي، البت سنڌو ديش جا نعرا هڻندڙ ڇوڪرن مان وڏو خطرو آهي!" سنڌن رپورٽون سراسر گمراهه ڪندڙ ۽ شرارتي هونديون. سرڪار کي آخر وقت تائين پتو ڪونه پوندو ته ڇا پيو ٿئي. تان جو سڄو ملڪ فسادن جي شعلن ۾ ورنجي ويندو. تقرير باز ۽ بيان باز عوامي وڏيرا پڇي وڃي ايئرڪنڊيشن بنگلن ۾ آرام پذير ٿيندا. سنڌي خلق موت جي منهن ۾ اچي ويندي.

اسين مطالبو ٿا ڪريون ته فسادن جي تيارين کي ڪچلڻ لاءِ هٿيارن جون تلاشيون ورتيون وڃن. فساد ۽ سازش جي اڏن کي ناس ڪيو وڃي. جيڪي ماڻهو قتل عام جون ڳجهون پيا ڪن تن خلاف مڪمل جاچ

ڪڍي وئي ۽ مٿن قتل جي سازش جا مقدما هلايا وڃن.
گذريل فسادن جو پاڙ پاريندڙن تي به ساڳيو قدم
کنيو ويو. ساڳئي وقت اسين سنڌي عوام کي به
چوندا سين ته هو به ڀري سجاڳ رهن. جن جن شهرن
۾ خطرو آهي، اتي جا باشندا غنڊن جي سازشن تي
نظر رکن، غنڊاگرديءَ خلاف متحد ۽ منظم ٿين ۽
امن امان بحال رکڻ لاءِ حفاظتي تدبيرون اڳواٽ سوچي
ڇڏين ۽ انهن تي عمل ڪن.

سنڌ امن ۽ سلامتيءَ جو وطن آهي. ان ۾ غنڊاگردي
۽ فسادن کي هرگز برداشت نه ڪيو ويي.

["تجربيڪ" پبليڪيشن - اپريل ۱۹۴۳ع]

---

# سنڌ تي ٻئون حملو

سنڌ تي ٻئون حملو اچارجي آهي. افغانستان، ايران، نيپال، بحرين ۽ ٻين رستن کان زمين ۽ پاڻيءَ ۽ هوا مان ٻهاري قافلن جا ڪئنڪ سنڌ تي ڪڙڪي رهيا آهن.

اڳوڻي زماني ۾ ٻيا قبيلن، قومن ۽ ملڪن تي چڙهايون ۽ حملا ڪيندا هئا ۽ هاڻي ٻيا ٿين ٿا. اڳوڻي زماني ۾ هڙڙي حملي جو اطلاع ڏيڻ جيان جي چوٽين تي وڏا مچ ٻاري، سڄي قبيلي کي خبردار ڪيو ويندو هو ۽ مقابلي لاءِ گڏ ٿيڻ لاءِ سڏ ڏنو ويندو هو. ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ تيز رفتار قاصد ڊوڙندا هئا. جيڪر جنگ هوندو هو، اهو اتي سڀ ڪم ڪاريون ڇڏي، دشمن سان مقابلي لاءِ، مقابلي جي مرڪزن تي گڏ ٿيڻ لڳندو هو. شاعر بهادريءَ جا رجز ۽ ترانا پڙهي مانجهي مردن کي مقابلي جي ميدان ڏانهن وڌڻ لاءِ للڪاريندا هئا. ڪونڌر ڪنڌ ڪپائي ديس ۽ قوم تان سر ڏيئي سرها ٿيندا هئا. سٿين، هُون، آريا، يوناني، ايراني حملو ڪندڙ ڪٽڪ جڏهن سنڌ تي ڪڙڪيا، تڏهن سنڌين حملي جي خبر پڌڻ شرط اٿين ڪيو. عربن، افغانن، ارغونن، ترخانن، مغلن، پٺاڻن ۽

انگريزن جي حملن پيري ۾ سنڌي قوم ائين ڪيو،
هنن ڪڏهن کٽيو ته ڪڏهن هارايو، پر ائين ڪڏهن به
ڪونه ٿيو ته حملو ٿئي ۽ ان جو سنڌين طرفان ڪو به
مقابلو نه ٿئي.

سنڌ جي هزارين سالن جي تاريخ ۾ اڄ پهريون
دفعو هڪ رهزن ۽ قاتل ٽولو سنڌ تي بنا مقابلي
چڙهي رهيو آهي. سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ پنهنجي
اوطاقن ۽ لانڍين ۾ موت جهڙي بيخبر ماٺ آهي.
اڄوڪي دور ۾ ڪنهن قوم تي اهڙي خطرناڪ
دشمن جو حملو ٿئي ها ته هڪدم خطري جا گهگهو
وڄي وڃن ها. فوراً هنگامي حالتن جو اعلان ڪيو وڃي
ها. پارليامينٽ گڏ ٿئي ها. ريڊيو ۽ ٽيليويزن جنگي
ترانا وڄائين ها ۽ قوم کي مقابلي لاءِ للڪارين ها.
هٿيار بند فوجن کي هوشيار رهڻ جو حڪم ملي ها. پر
هتي ائين پيو لڳي ڄڻ ڪجهه به نه ٿيو آهي، سڀ
خير آهي!

سنڌ کي ڇڏي ڏيو عام امن امان، قانون ۽ انصاف
جي ڳالهه کي ولڄي نه به معاملو سمجهڻ کان سنگين
آهي. ڏيو هڪڙي مثال ڏاهريءَ جهڙي معمولي ڌاڙيل
پويان پوليس جا هزارين ڪارڪن سالن جا سال سرگردان
رهيا. لکين رپيا خرچ ڪيا ويا. جيپون، موٽرون،
وائرليس سيٽ، هيلي ڪاپٽر حرڪت ۾ آندا ويا.
اڄا ڪتان ڪو ڏس ٿي ملهو ته مثال ڦلائي پاسي

پُھتجي ٿو تہ ٽيليفون ۽ وائرليس ٽرنڪي ۾ اچي ٿي
ويا. ٽانڪي بندي ٿي ٿي، گهٽ جهليا ويا ٿي، جيپون
ڊوڙيون ٿي، هنگامو ڪڙو ٿي ويو ٿي.

پر هي قاتل ڪنڪ ڏينهن ڏلي جو شاهہ شاهوڪاري
پئي پاڻهون هتندا ڪراچيءَ ۾ گهڙن ٿا. سندن جيڪي
جوڙيوال اڳيئي سنڌ ۾ ڊيرو ڄمايو ويٺا آهن، ۽ سنڌ
کي مهاجرستان بنائڻ لاءِ ڪهاڻ پيا گهڙين سي سندن
اچڻ تي هنبوچيون پيا هڻن، سندن واسطي پلاٽ والاريو
ويٺا آهن. فليٽ پيا ڏهن. نوڪريون اڳوات رزرو
ٿيون پيون آهن. مطلب تہ سندن ائين استقبال ڪيو
پيو وڃي جڻ ڪي قومي سورما هجن. حالانڪ هنن
مان هرهڪ اهڙن تہ وڏن ڏوهن جو ڏوهاري آهي جو
انهن ڏوهن جي اڳيان مبين ۽ رحيم هنگوري جهڙا
ماڻهو جڻ تہ معصوم فرشتا هئا. هنن ٻہ، چار، پنج،
ڏهہ خون ڪيا، ڪجهہ گهر ڦريا يا ساڙيا، پر ٽن
هزارن يا لکن جو نقصان ڪيو. پر هنن هڪڙي سڄيءَ
قوم کي ڪُٺو، هڪڙي سڄي وطن کي باهہ ڏني،
هڪڙي سڄي ڪنڌ کي رت ۾ وهنجاريو، هڪڙي سڄي
ملڪ جو ڪرنگهو ڀڃي ان کي ٻہ ٽڪر ڪيو. هنن
قاتلن کي پڪڙڻ واري پوليس ڪٿي؟ هنن کي سزائون
ڏيڻ واريون عدالتون ڪيڏانهن ويون؟

هي انساني ويس ۾ درندا آهن. هنن جو وجود
بي حيائيءَ، نمڪحراميءَ ۽ غداريءَ جي خمير مان

نهيل آهي. هنن جو پير نپاڳ ۽ نحوست جي علامت آهي. هنن جو ذهن مڪر، فتني ۽ فساد جو ڪورو آهي. هي هلاڪو، نادر شاهه، هٽلر جو ناپاڪ ۽ نجس روحاني تخم آهن. هي پاڪستان لاءِ فساد، خون، موت ۽ تباهيءَ جا پيغام کڻيو پيا اچن. هي پاڪستان جي هڪڙي مظلوم پاڪستاني قوم کي، تباهه ڪري، هاڻ ان جي ٻي ماريل قوم کي تباهه ڪرڻ آيا آهن. هي سنڌ جا نوان مالڪ ۽ آقا بنجڻ آيا آهن.

جا هنن کي سنڌ ۾ بنگال وارو خوني ڊرامو دهرائڻ ڏنو ويندو؟ سنڌيو! هن موتمار حملي جي مقابلي لاءِ هوشيار ٿيو، پاڻ ۾ ٻڌي ڪريو ۽ جدوجهد هلايو! فتح حق جي ٿيندي. فتح مظلوم ۽ مجاهد عوام جي ٿيندي.

## سي - آء - ڊي جي اسپيشل برانچ - سنڌ دشمن سازش جو اسپيشل اڏو!

جڏهن کان پاڪستان ٺهيو آهي، سنڌ ڪٽر قوم-پرست، تعصبي، عوام دشمن ۽ سنڌ دشمن حاڪمن جو شڪار ڳاهه ٿي رهي آهي. هنن سنڌ کي ڦريو، لٽيو، ٻهاري محل ماڙيون، جاڳيرون ۽ ڪارخانا ٺاهيا. اڄ حالتون ڪجهه بدليل آهن. منجهائن ڪي نڪتا آهن ته ڪي بدلي ٿيا آهن. پر جيڪي جٽي رهيا آهن. سي اڃا تائين پنهنجي پراڻي ڪيرت کي لڳا پيا آهن.

سياسي طرح سندن سڀ کان وڌو اڏو سي - آءِ - ڊي کاتو ۽ خاص ڪري ان جي اسپيشل برانچ يعني سياسي برانچ آهي. ان اڏي تي سڀ کان سازشي، تعصبي ۽ فتني خور سنڌ دشمن آفيسر قابض رهيا آهن. ان اڏي کي ڪم آڻي هنن جماعت اسلامي ۽ متعصب محاذ سان پٽ ٿي سنڌ جي شاگردن، هارين، مزدورن ۽ قومي ڪارڪنن خلاف ڪوڙا ۽ جعلي رڪارڊ تيار ڪري، سنڌ کي ظلم ۽ ستم جو نشانو بڻايو آهي. هنن کان ڪير پڇڻ وارو ڪونه هو. سندن لکيو لوح محفوظ هو. ڏينهن کي رات چون ته وس وارا جي رات کي ڏينهن چون ته به وس وارا.

حيدرآباد جي اسپيشل برانچ جا گهڙيل ڪوڙ خود يحيٰ شاهيءَ جي هٿ ٺوڪين فوجي عدالتن ۾ به اگهاڙا ٿي پيا. حفيظ قريشيءَ تي هلايل فوجي مقدمي ۾ هنن رڪارڊ پيش ڪيو ته فلاڻي تاريخ حفيظ قريشي اورينٽ هوٽل ۾ جلسي جي صدارت ڪئي. حالانڪ ان ڏينهن حفيظ قريشي لائلپور جي ڪورٽ ۾ ڪيس هلائي رهيو هو. پنجابي جج کي گهرايو ويو. ان جي شاهدي، هوائي ڪمپني جو رڪارڊ ۽ ٻيا ثبوت پيش ٿيا. تڏهن لاچار فوجي عدالت کي تسليم ڪرڻو پيو ته اسپيشل برانچ ڪوڙو رڪارڊ ٺاهيو آهي. اهو رڪارڊ ڪنهن سنڌيءَ ٺاهيو هجي ها ته ان کي اٽي جو. اٽي ۱۴ سال ٽيپ ڏئي ڇڏين ها. پر هي ته "پنهنجا" ماڻهو

هٿا، انهن کي الفان ب به ڪوله ڇيو ويو.

موجوده حڪومت جي اچڻ کان پوءِ به هن سنڌ دشمن اڏي جي ڪارستانين ۾ ڪوبه فرق ڪونه آيو آهي. گذريل سنڌ دشمن فسادن پيري جيڪي گرفتاريون ٿيون، تن جي سلسلي ۾ هر هڪ نظر بند کي لکيت ۾ پڌايو ويو ته تو ڪهڙيون ڪهڙيون تقريرون ڪيون آهن. جڏهن سنڌي ۽ سنڌ دشمن نظربندن تي لڳايل الزامن جي ڀيٽ ڪئي وئي ته اسپيشل برانچ جي ڪاريگرن جي ڪاريگريءَ کي داد ڏيڻو پيو. سنڌ دشمن نظربندن تي جڏا سڏا نالي ماتر الزام لڳائي رڪارڊ جي پورائي ڪئي وئي. انهن کي پڙهي هرڪو انهن سوچڻ تي مجبور ٿيو ٿي ته ويچارن کي ناحق اڙايو ويو آهي. پر سنڌي نظربندن خلاف پير ڪوڙي اهڙا ڪوڙ هنيا ويا جو ڄڻ ته هو نظر بند نه ٿين ها ته پاڪستان کي اڏائي ڇڏين ها.

تازو جيڪي گرفتاريون ٿيون آهن، تن ۾ به هنن اهڙا ڪرتوت ڪيا آهن جو خود حڪومت کي مجبور ٿي قبول ڪرڻو پيو آهي ته گهڻن گرفتار ٿيلن خلاف هٿ جون هنيون ويون آهن.

اهو سڀ ڪجهه هڪ سوچيل سمجهيل سازش هيٺ ٿي رهيو آهي. ظاهري حڪومت پيپلز پارٽيءَ جي آهي پر اندر راڄ جماعت اسلامي ۽ متعصب محاذ جي هٿن چاڙتن جو آهي.

سنڌي عوام جو مطالبو آهي ته هي بدمعاشيءَ جو اڏو بند ٿيڻ کپي. هنن جي سموري ڪوڙي ۽ جعلي رڪارڊ جي تپاس ڪئي وڃي. جعلي رڪارڊ ناهيندڙ سازشين کي برطرف ڪري مٿن مقدما هلايا وڃن ۽ هي ڪم غير متعصب ماڻهن جي حوالي ڪيو وڃي، جيڪي ڪنهن سنڌ دشمن سازشي ٽولي جا چاڙتا نه هجن. سنڌي شاگردن، هارين، مزدورن، دانشورن ۽ قومي ڪارڪنن خلاف ناهيل ڪوڙو رڪارڊ رد ٺهرايو وڃي. اسپيشل برانچ جي اسپيشل ڪوڙن جو سلسلو ختم ڪيو وڃي.

## آزاد ڪريو!

سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪيترا سنڌ جا ماڻهو پنهنجي وطن، پنهنجي ٻنين، پنهنجي عوام سان پيار ڪرڻ ۽ انهن سان وفادار رهڻ جي ڏوهه ۾ قيد ڪاٽي رهيا آهن.

انهن ۾ گهڻا وطن دوست هاري ۽ مزور آهن. ڪجهه شاگرد آهن. هاڻي هڪڙو محب وطن زميندار اڳواڻ محترم جي ايم سيد وري به نظر بند ٿيو آهي. ڏسجي ٿو ته فهرست لمبي ٿيندي. هڪڙي پاسي ته جو هر رهزن وڏيرو سياسي سو ڏهن جون لسٽون ناهيو ويٺو آهي. ٻئي پاسي سنڌ دشمن سي - آءِ - ڊي وٽ جماعت اسلاميءَ ۽ متعصب محاذ جون تيار ڪري ڏنل لسٽون آهن. ڪو نه ڪو بهانو کپي. يونيورسٽي جو واقعو نه

ٿئي ها ته ڪو بيو بهانو هٿ ڪجي ها. سنڌ دشمن وڏيرا ۽ سنڌ دشمن سرمار پاڻ ۾ جُٽ ٿيو واڳن وارا وات پٽيو ويٺا آهن.

سنڌي عوام جو مطالبو آهي ته سمورن سنڌ جي قيدي هارين، مزورن، شاگردن ۽ قومي ڪارڪنن ۽ محب وطن زميندارن کي آزاد ڪيو وڃي، جيڪي وڏيرا ۽ جاگيردار سنڌ کي پنهنجي ذاتي جاگير بڻائڻ جي هوس ۾ مبتلا آهن، تن کي لغام ڏنو وڃي.

[”تحريڪ“ پبليڪيشن - مئي ۱۹۷۳ع]

# سڀ روئن پيا!

سڀ روئن پيا. پاڪستان جي سياسي جهنگ جا
سڀ خونخوار آدمخور روئن پيا! واڳون روئن پيا،
بگهڙ اوچنگارون پيا ڏين. مرون هاءِ هاءِ پيا ڪن. ڪپر
۽ لنڊيون، مڪڙيون ۽ ڪوراڙيون ٽڏا ساهه پيون پٽين،
هنن کي بلوچستان جو ڏک آهي!

بنگال جي ڪاسائي مودوديءَ کي اڄ به ڳوڙها
آهن. مظلوم قومن کي سنگسار ڪرائڻ جون سٽون
سٽيندڙ جماعت سڳوريءَ جي ريش مبارڪ تان لڙڪ لارون
ڪري پيا وهن! سنڌين جي پير ۽ سنڌ دشمنن جي مريد،
حضرت پير سائين پاڳاري جون نوراني اکيون آليون
آهن! سنڌ-دشمن فسادن جو روحاني پيشوا رئيس امروهوي
عرف ڪڪو ڏک ۾ بيحال آهي. ڪهڙو ماتم ۾ آهي.
قوم دشمن ڇلخورن جو پيش امام سردار علي شاهه سينو
پٽو ڪٽي، انهن کي بلوچستان جو ڏک آهي.

مودوديءَ جو مريد ولي خان، بزنجو ٽولو پار پيو
ڪري. هي اهو عوام دشمن ٽولو آهي، جنهن ننڍين
قومن جي جدوجهد کي پٺ ۾ خنجر هنيو، پاڪستان
جي قومي ٻولين، بلوچي، سنڌي، پشتو ۽ پنجابيءَ سان
غداري ڪئي، صوبائي خودمختاريءَ جو مذاق اڏائيندڙ

دستور صحيح ڪيو، پاڪستان ۾ مظلوم قومن جي ازلي
ويرين طرفان سنڌ ۾ ڪيل فسادن جي ڀڃڪڙي ڪئي،
مظلوم سنڌين خلاف الٽو ڪوڙيون الزام تراشيون هلائي،
سنڌين خلاف پروپيگنڊا ڪئي، جيئن سنڌ جي جدوجهد
خلاف زهر اوڳاريو، مظلوم قومن جي دشمن جي
چمچاگيري ۽ دلالي ڪئي، پاڪستان جي مظلوم قومن
جي گڏيل جمهوري مورچي کي ٽوڙي دشمن کي راضي
ڪيو، بلوچ عوام جي جدوجهد کي ٻين مظلوم پاڪستاني
قومن جي جدوجهد کان ڪاٽي الڳ ڪري، ان کي
اڪيلو ڪرايو. اهو بلوچستان ۽ ٻين سڀني مظلوم
پاڪستاني صوبن جو غدار ٽولو به ڦاه ڦاٽي پيو ڪري.
انهن کي به بلوچستان جو ڏک آهي. سڄي ملڪ جي
قومي قاتلن کي بلوچستان جو ڏک آهي. هو چؤطرف
ڪاهيون ڪيو، بلوچستان جي ڀَر تي قبضو ڪريو،
بلوچستان جي ڏکويل عوام کي وڪوڙيو ويٺا آهن:

بحر ٻلائون ٻجهڙيون پيون آفتون اجگر،
ڪميون، ڪڇون، لڏوا، ڏاڪ ڏين ڏيڏر،
واڳون واٽ وڏا ڦيا، ڪريا واسينگن ور،
واٽ وچون جي نه ليي، پيا پڪڙي ڳوڙ ڳپر!

هنن مدارين جي سانگ کي ڏسي ماڻهو پائيندو تہ
بلوچستان کي خدا رکي، اتي سڀ خير هوندو. هي
سڀ لکي جو ناهه هنن دلي جي ڏکن جو ناڪيل هوندو.
پر بدقسمتي سان ائين ناهي. بلوچستان ۾ سڀ خير

ڪونهي. اسان کي خبر آهي ته حڪومت جي بلوچستان واري پاليسي جي پٺڀرائي ڪرڻ وارن جي کوٽ ڪانهي. پر خدا نه ڪري جي سياڻي پٺي بدران مودودي ٽولي صدر ٿئي ته هي سڀ ڪان پهرين رانياڙ ڪري چوندا "پٺي پر مقدمو چلائو!"

اسان کي خبر آهي ته جيڪي منافق بلوچستان لاءِ اوچنگارون پيا ڏين. سي دل ئي دل ۾ خوشيءَ جون ڪڪيون پيا هڻن. سندن اصول آهي ته ٻچڙو ڪم ڏيئي ڪان ڪرائجي. جي ڪو پاڻهي وچي اهڙو ڪم ڪري ته پوءِ اهڙو مزو ڪو پيو! هنن لاءِ پڻو ٻرڪار ۽ بلوچستان جا عوام پٺي هڪجهڙا دشمن آهن. پنهي مان جيڪو چٽ ٿئي سو چڱو. جي پٺي ختم ٿين ته اهڙو ڪو پيو مزو!

پر سنڌ جا عوام هزارين مصيبتون بي واجبين، ناحق ۽ ظلمن جي باوجود اهو هرگز نٿا چاهين ته مودودي ۽ سندس غدار چاڙن جو عوام دشمن ٽولو هن ملڪ تي قبضو ڪري. سنڌ جا ماڻهو هن حڪومت سان ڪيترا بنيادي اختلاف رکندي به سنڌ جي ازلي دشمن مودودي ٽولي جي مقابلي ۾ هن حڪومت جا خيرخواهه آهن. هو چاهين ٿا ته حڪومت پنهنجيون پاليسيون درست ڪري. دشمن کي وجهه نه ڏئي. پنهنجي پير تي ڪهاڙا نه هڻي.

صدر پٺي اڳ پاڻ نندو ٿي ولي خان ۽ بزنجي

ٽولي جا سب آر بنا. اها صحيح ڏاهپ واري پاليسي هئي. جن ماڻهن ڪيس اها پاليسي اختيار ڪرڻ جي صلاح ڏني آهي، سي سنڌس سچا نه پر دشمن آهن.

بنيادي سوال اهو ناهي ته بلوچستان جي ڪوڙن قوم پرست سردارن جي هلت ڪهڙي آهي. بنيادي سوال اهو آهي ته بلوچستان جي عوام سان ڪهڙي هلت جائز آهي.

بلوچستان جا عوام هڪ پاڪستاني قوم آهن. پنهنجي ڌرتيءَ جا ڌڻي آهن. هو پنهنجي رضا خوشيءَ سان پاڪستان ۾ شامل ٿيا هئا. هنن کي ڪنهن فتح ڪونه ڪيو هو. قومي برابري سندن پيدائشي قومي حق آهي. هن کي حق آهي ته هو پنهنجي واڳ جنهن کي وڻين، تنهن جي حوالي ڪن. هو ڪٿي ڪاري چور کي پنهنجو اڳواڻ چونڊين، ته به وس وارا آهن. ٻئي ڪنهن کي به اهو حق ناهي ته مٿن سندن مرضي جي خلاف زوري پيا اڳواڻ مڙهين. هو پنهنجي تجربي مان پاڻيهي سکندا، پنهنجو چڱو مٺو پاڻ سوچيندا. بهرحال ڏنڊي سان پارن کي پڙهائڻ جي به منع آهي. هيءَ ته هڪڙي خوددار، دلير پاڪستاني قوم آهن.

چوندا آهن ته "اٽ ڪٽجي پاڻ بدران، جواب ڏجي خدا ڪارڻ" خدا ڪارڻ جواب اهو آهي ته بلوچستان جي عوام جي قومي حقن سان هٿ چراند ناجائز آهي. پر هيءَ رڳو خدا ڪارڻ واري ڳالهه ڪونهي.

بلوچستان جا عوام تہ اسان جا پاڙ آهن. اسان جا هڏ ۽ چم آهن. اسان جا ساٿي سئو سڳ آهن. اسين هڪبي جي مٽي جيتري جا وارث آهيون. اسان جو مرڻ جيئڻ گڏ آهي. اسان سنڌين کي پنهنجي پاڙن پاران لٺ کڻڻ واجبي آهي.

اسين ولي خان، بزنجا ۽ مينگل ناهيون، جن پڻي جي باهه ۾ سنڌي عوام سان دغا ڪئي. اسين سنڌي وطن دوست، ولي خان، بزنجي ۽ مينگل جي پناهگير-پرست ٽولي جي سنڌ دشمن بدمعاشين جي ڪري بلوچستان جي عوام جي مسئلي تي اکيون ٻڪي، منافقي ۽ بي حيائي نٿا ڪري سگهون. اگر مگر ڪري ترڪ ال واريون ڳالهيون بہ نٿا ڪري سگهون. اسان جي قوم جو اهو وڙ ئي ناهي.

اسين سنڌي عوام صاف صاف ۽ پرزور مطالبو ٿا ڪريون تہ بلوچستان جي قومي جمهوري حقن سان دست اندازي بند ڪئي وڃي.

اسين صدر ڀٽي کي خلوص سان اپيل ٿا ڪريون تہ بردباري، دانائي ۽ تحمل کان ڪم وٺي بلوچستان جي چونڊيل سرڪار کي بحال ڪيو وڃي. پوءِ پلي اها پناهگير ذهب جي هجي يا جماعت اسلامي جي. پس پيش اها ئي صحيح ڳالهہ ٿيندي. موجوده پاليسي غلط آهي اها فوري ترڪ ڪرڻ گهرجي.

## خوني ڪيڙيءَ لاءِ به ڪو قانون آهي يا نه؟

اڄڪلهه سنڌ ۾ وڏيرن جي پيڳهي مثل آهي. ون گهوڙو ٻڌڻ نٿا ڏين. ڪڪڙ ڪاٺ وجهائي ڇڏيا اٿن. چوطرف نفسانفسيءَ جي ٻڪار آهي، شل نه ڪو ننڍڙو وڏيرو ڪنهن ڳالهه تان ناراض ٿئي. هڻ ڪڻ وارو حساب ٿي ويندو! رات وچ ۾ راڄ ٻوڙجي ويندا ۽ ڇو؛ سنڌو ديش جا حامي پيدا ٿئون.

هر سنڌ ۾ وڏي ۾ وڏو مجرم اڄا ڪونه پڪڙيو ويو آهي. خوني ڪڪو اڄا آزاد آهي. خوني ڪيڙي ”اردو ڪا جنازه هي ذرا ڌوم سي نڪلي“ وارو قاتل سڱنل ڏيئي غنڊن کي سنڌ دشمن فسادن شروع ڪرڻ جي ٻڇ ڪئي. گهر ۽ دڪان ساڙايا، ڦريون ۽ ڌاڙا هڻايا، ٻچا ڪهايا، ماڻهو مارايا، ڪربلائون ڪرايون.

پاڪستان پينل ڪوڊ موجب ڏوهه جي ٻڇ ڪندڙ مجرم، ڏوهه ڪندڙ مجرم جهڙو ليکجي ٿو. ڇاهي اها ٻڇ سڌي هجي يا اڻ سڌي. حقيقت ۾ ۽ پاڪستاني قانون موجب خونيءَ ڪيڙي، انهن ساڻ هر هڪ ڏوهه جي ٻڇ ڪئي، سڌي توڙي اڻ سڌي.

انهن هزارين ڦرين، ڌاڙن، باهين ۽ قتلن ۾ هو انهن ڏوهارين جهڙو بلڪه انهن کان به وڌيڪ ڏوهاري هو، خونيءَ ڪيڙي جو نالو انهن هزارن سنگين ڏوهن مان هر هڪ ڏوهه جي فرسٽ رپورٽ ۾ شامل ڪرڻ کپندو هو. هن وقت ڪيس هزارن سنگين ڪيسن ۾ جوابدار

هڻي ڪپندو هو. هيستائين ڪيترا ڪيس فيصل ٿين ڪپندا
هئا. متون ڪيسن ۾ ڪيس ۾ ڪو ثبوت ملڻ جي حالت
۾ گهرين گهرين سزائن سان سزاياب ٿي وڃڻ ڪپندو هو.
هن وقت هو ڏوهه ثابت ٿيڻ جي حالت ۾ ڦاسي گهاٽ
۾ هڻڻ ڪپندو هو. هن وقت ڪيس ڏوهن ثابت ٿيڻ جي
حالت ۾ ڦاسي گهاٽ اندر پنهنجي سنگين سزائن ملڻ جو
منتظر رهڻ ڪپندو هو.

هر خوني ڪڪبي جو ٽالو ڪنهن به فرسٽ رپورٽ
۾ نه لکيو ويو. هن قائل اعظم کي رکيو نالي ماتر
ڊي-پي-آر ۾ به نه رکيو ويو. خوني ڪڪو آزاد رهيو.
خوني ڪڪو آزاد آهي. خوني ڪڪو پنهنجي ڏوهن جي
سازش ۾ مصروف آهي. خوني ڪڪو رکيو لمڪ حرام
سنڌ دشمن خوني ڪڪو ڪونهي. سنڌي عوام جو ويساهه
آهي ته جيڪڏهن سڄي پاڪستان ۾ ڪوبه پاڪستان
دشمن غدار آهي، جيڪڏهن ڪوبه پارٽي ايجنٽ آهي
ته اهو خوني ڪڪبي کان وڌيڪ پاڪستان دشمن، وڌيڪ
غدار، وڌيڪ پارٽي ايجنٽ ٿي نٿو سگهي. فقط هڪڙو
مثال ڏنا وڃون. مجيب کي پاڪستان تي باهيون آهن.
مجيب چوي ٿو ”هن منهنجو گهر ٻاريو آهي. آءٌ هن
جو پولگو پهنگ ڪريان.“ ان ڪري هو پاڻئي ڏو ته
بهارين جو نانگ جنهن بنگال کي ڏنگي نهوڙي ڇڏيو،
سو پنهنجي ڳچيءَ مان ڪڍي پاڪستان جي ڪنڌ ۾
وجهان. تنهنڪري هو چوي ٿو ته ”بهاري بلا پاڪستان

وٺي' هوڏانهن ڀارت جا ليڊر بہ هميشہ اهڙا وجھہ پيا ڳولين تہ پاڪستان تي اهڙيون چٽيون وجھون جو سندس اکر تکر ناس ٿي وڃي. انهيءَ ڪري لکن پناهگيرن جا ڪٽنڪ هيڏانهن مڙي آيا. جيئن تہ سڄي هندوستان جا ڏهہ ڪروڙ مسلمان پاڪستان هليا وڃن تہ جيئن هڪڙي ٽڪ سان پاڪستان جو گهر مسيت ٿي وڃي. پر قائد اعظم چيو تہ "هاڻ ورهاڱو ٿي ويو. هاڻ جيڪو جتي هجي، اهو اتي جو وفادار باشندو ٿي رهي." ان ڪري وڏيڪ پناهگيرن جي اچ تي بندش وڌي وئي. هاڻي هندوستان کي وري ٽئون وجھہ مليو آهي. هو چاهين ٿا تہ بهاري بلائون پاڪستان کي ڪاٺي ناس ڪن، ڦڏا فساد مچائين، سنڌين جو جيئڻ حرام ڪن تہ جيئن هڪڙي ٽڪ سان ڀارت جا ٻہ شڪار ٿين، هڪڙي پاسي پاڪستان ڪٽجي ختم ٿئي، ٻئي پاسي پاڪستان جا اصل باشندا تنگ ٿي اسان ڏانهن ڀڄن. تنهنڪري بنگلا ديش ۽ ڀارت جون سرڪارون پٺي ڪهر ٿيون ڪن تہ بهاري بلائون پاڪستان پاڻ وٽ گهرائي. هوڏانهن پاڪستان سرڪار چوي ٿي تہ اسين پنهنجي پيٽ ۾ جهليا پيا آهيون. اسين انهن کي ڪيڏانهن ڪنداسين؟ اهي سو ڪڙيون اصل ڀارت جون آهن. پوءِ بنگلا ديش جون آهن. بهاري بلائن بابت اهي ٻہ ڳالهيون آهن. هڪڙي بنگلا ديشي ۽ ڀارتي ڳالهہ ٻي پاڪستاني ڳالهہ. خوني ڪکو اينڊ ڪمپني پاڪستان

دشمن جي ڳالهه ڪئيو بيٺا آهن، پاڪستان جي ڳالهه جي سر آوڙ مخالفت ڪن ٿا. ڇا انهي هوندي به خواجي ڪڳي انڊ ڪمپني کي پاڪستان دشمن، وطن جو غدار ۽ بنگلاديشي ۽ پارٽي ايجنٽ نه سمجهجي ۽ مڃجي؟

خولي ڪڳي پنهنجي جنگ باز اخبار ۾ سرڪار کي پيچ ڪئي آهي ته بهارين بابت "تحريڪ" جيڪو پاڪستان دوست ۽ وطن سان وفادار نقطي نظر پيش ڪيو آهي ۽ خولي ڪڳي انڊ ڪمپني جي پاڪستان دشمن ۽ غدار سازش کي بي نقاب ڪيو آهي، تنهن جي جرم ۾ تحريڪ کي بند ڪيو وڃي.

اسين خولي ڪڳي کي فقط ايترو چئون ٿا:

"خولي ڪڳا! تنهنجو ڏوهه ڪونهي. عادت عضوو آهي. تو کي هزار سالن کان قرلٽ، سازش، فني ۽ مڪر، ترڪتال ۽ غنڊه گرديءَ جي عادت جو تجربو آهي. تو هزار سال غاصب، ظالم ۽ عوام دشمن شهنشاهن، نوابن، ڄاگيردارن جي چمچاگيري ۽ دلالي ڪري عوام جو رت پيتو آهي. تون ازل کان پنهنجي وطن ۽ عوام جو وئري آهين. تون اها پڪري آهين جا جنهن وڻ سان پيڙهي آهين تنهن کي ڪاٽيندي رهي آهين. تون اهو 'نمڪ حلال' آهين جو جنهن ٿانو ۾ توکي کارائيو آهي ان ۾ گند ڪندو آهين. تنهنجي فطرت روز ازل کان عوام دشمن، غريب دشمن، چاپلوس ۽ چمچاگير آهي. خولي ڪڳا! تاريخ توکي تمام ڏکيو رسو ڏنو

آهي. پر هاڻ اهو ڪٿي تي اچي بيٺو آهي. پر تي
ڏينهن موجون ڪري وٺ! پر تي ڏينهن پيا پر چُهليون
هڻي، فتنا اٿاري، راڄ ويڙهائي، ماڻهو مارائي، گهر
ٻارائي، ساڙائي، قتلام ڪرائي، پنهنجو انود جهڙي
ڪڍ جهڙو ٻيپ پري وٺ! اهو ڏينهن پري ناهي جڏهن
سنڌي ته ٺهيو، ٻيون پاڪستاني قومون ته ٺهيو، پر
خود مسڪين ۽ پورهيت پناهگير عوام به اوهان کي
سمجهي ويندا. آخر هو به سمجهندا ته سندن اصل دشمن
پاڪستاني عوام نه پر اوهين ڦورو ٽولي وارا آهيو،
جيڪي سڄي پاڪستان جي ڦر جو اصل مال سڀ
ڪري ڪائي ويا آهيو. هُن کي حصي ۾ فقط هڏا
سريا. انهن هڏن جي عيوض اوهان کين آلو بنائي سندن
ڪلهي تي بندوق رکي پاڪستان جا تيس مار خان
ٿي ويا ۽ غريب پناهگيرن کي خواه مخواه ڏچي ۾
وجهي ڇڏيو. جڏهن اهو ڏينهن آيو تڏهن هو تو کي ۽
تنهنجي ڦورو ۽ خوني ٽولي کي گهر مان جهلي توهان
کي توهان جي رنگ محل جي درين مان ٻاهر ڦٽو
ڪري ڇڏيندا. خوني ڪُتا! تو کي "تحريڪ" جي اَن
چوڻ تي باهه لڳي آهي ته بهاري نه ڪپن. تون اَن
کي اشتعال ڏيندڙ لفظ سڏين ٿو. پر تون ۽ تنهنجي
ٽولي وارا وطن-دشمن جو روز روز صبح شام اهو
رونگٽ مچايو ويٺا آهيو ته "بهاري مظلوم آهن" انهن
کي آٿيو جا انهن لفظن" کان وڌيڪ به ڪا اشتعال

ڏيارينڌڙ، فتني انگيز ۽ بدمعاشي واري ڳالھ، ٿي سگهي ٿي؟ ڇا انهن اکرن جو سولي سنڌي ۾ اهو مطلب ناهي تہ اوڀر بنگال جي ڪلمي ڳو پاڪستانين جي قاتلن کي انعام طور سنڌ جو والي وارث ڪريو؟ ڇا ان جو اهو مطلب ناهي تہ سنڌين کي زبردستي اقليت ۾ آڻي ٻهاري قاتلن جو غلام بڻايو، کين پنهنجي گهر ۾ چور ڪريو، سنڌ ۾ بنگال جو خوني ڊرامو دهرايو، سنڌ کي بہ چچريو، چيڀاٽيو ۽ رت ۾ ٻوڙيو، سنڌين کي پنهنجي گهر مان لوڏي ڪڍو؟ ”مظلوم يهودين کي فلسطين ۾ وسايو“ واري نعري جو مطلب سڄي دنيا اڳئين ڏسي چڪي آهي. هي نعرو بہ ساڳيو آهي. اسين ان نعري جو مطلب سمجهون ٿا. اسان کي خبر آهي تہ ڏوهان ”مظلوم مظلوم“ جا نعرا هڻي اسان کي بہ فلسطين جي عربن وانگر پنهنجي گهر ۾ اول اقليت ۾ آڻي پوءِ لوڏي ڪڍڻ گهرو ٿا. اوهان جو اهو مڪار نعرو اسان لاءِ زن دختر ڳارين کان وڌيڪ چڙ ڏيارينڌڙ ۽ اشتعال انگيز نعرو آهي. خوني ڪتا! صاف ڳالھ ٻڌي ڇڏ ۽ پنهنجي عوام دشمن، وطن دشمن، نمڪ حلال ۽ غدار ٽولي کي ٻڌائي ڇڏ! اهو ڏينهن جلد اچڻ وارو آهي جڏهن پاڪ ڌرتي تي فقط انهن نمڪ حلال، اشراف ۽ حياءَ وارن ماڻهن لاءِ جاءِ رهندي جيڪي ان مان وفادار هوندا، ان جي مسڪينن مارن کي سڃيندا. ان جي پورهيت پنهوارن مان پرت رکندا.

سندن ٻولي ثقافت کي مڃيندا ۽ قبول ڪندا. انهن جا
تاڪائو نه ٿيندا. باقي هن وطن جي عوام خلاف سازشون
سٽيندڙ نمڪ حرامن، غدارن، بدمعاشن، غنڊن، ڦورن،
ڌاڙيلن ۽ خونين کي سنڌ تس- چا ٻر سچي پاڪستان
جي ڌرتي. فقط قبر لاءِ جاءِ ڏني سگهجي ٿي. ٻي نه

ڪنهن ڏينهن لطيف، بلا شاهه، خوشحال خان خٽڪ
۽ چاڪر خان جي سهوري ديس ۾ ڪوٽڙيا کان وٺي
ڪيٽي بندر تائين، خيبر کان وٺي ڪارونجهر تائين
هڪڙو ئي نعرو گونجندو "نمڪ حرامي بند ڪريو،
نمڪ حرام نه ڪپن!"

["تحريڪ" پبليڪيشن - جون، جولاءِ ١٩٧٣ع]

# سنڌ جا ٽي سپوٽ!

١٦ جولاءِ ١٩٧٣ع واري جنگ ۾ قومي اسيمبلي جي ويهن ميمبرن هڪ گڏيل بيان ۾ مطالبو ڪيو آهي تہ بهارين کي فوراً پاڪستان ٽي مڙهيو وڃي. سندن بيان جا لفظ هي آهن. ”مشرقي پاڪستان جي شڪست کان پوءِ اتي جي محب وطن پاڪستانين (يعني بهاري ٻالڪن) کي جن خطرن جو مقابلو ڪرڻو پيو آهي سي ڪنهن کان لڪل ناهن، انڪل اڍائي لک ماڻهن يعني (بهاري) پنهنجي جان ۽ مال جي بچاءَ لاءِ پاڪستان (يعني سنڌ) ۾ آباد ٿيڻ جي درخواست ڪئي آهي. ان جي پيٽ ۾ لکين بنگالي اوڀر پاڪستان وڃڻ چاهين ٿا. ان ڪري ضروري آهي تہ پاڪستان ۽ ٻارت جي ڳالهين پولهين ۾ جيڪي ماڻهو حصو وٺن ٿا، سي هن انساني مسئلي کي بہ حل ڪن ۽ انهن محب وطن پاڪستانين جي منتقلي جو فوراً انتظام ڪيو وڃي.“ انهيءَ بيان جي ترديد ڪانہ ٿي آهي. انهيءَ بيان تي سنڌ جي ٽن سپوٽن جون بہ صحيحون آهن. اهي ٽيئي سپوت سنڌ جي زميندار طبقي جي ٽن مختلف ٽولن سان تعلق رکن ٿا. ١- جناب عطا محمد مري سنڌ جي روحانيت توڙي مڙسيءَ جي عظيم سرچشمي جو نمائندو آهي. انگريز سامراج سان هٿياربند ٽڪر کائيندڙ حر مجاهدن

ڪان وڏيڪ سورهيه سنڌ ۾ ڪير مڃائي؟ هي انهن مجاهدن جي مجاهد اڳواڻ ۽ سنڌڙيءَ جي لڄن جي محافظ حضرت پير سائين پاڳاري جو نمائندو آهي. ٢- مير علي احمد ٽالپر، سنڌ جو چوٽيءَ جو انقلابي ۽ سوشلسٽ آهي. سندس سرڪار سان سينو ساهڻ جون ملڪن ۾ ڌاڪون آهن. ٣- عبدالحميد جتوئي، ون يونٽ جي مخالف ميمبرن مان آهي. ڪيس سنڌ جو تمام باوقار، خوددار، غيرتمند ۽ مڙس ماڻهو زميندار ڄاتو ويندو آهي.

سنڌ جي هر معمولي سوچ رکندڙ ماڻهو کي چڱي طرح خبر آهي ته بهارين پنهنجي ميزبان ڪلهي کي بنگالي هم وطنن سان ڪهڙا ڪلور ڪيا ۽ هو جتي رهندا آهن، اتي جي ماڻهن سان ڪهڙو سلوڪ ڪندا آهن. سڀ ڪنهن کي خبر آهي ته جيڪي ماڻهو بهارين کي هيڏانهن گهرائڻ لاءِ فتنو ڪري رهيا آهن سي سنڌ جي عوام جا ڪهڙا سڄڻ آهن؟ سندن اڳوڻو رڪارڊ ڪهڙو آهي؟ سندن آئيندي جون نيتون ڪهڙيون آهن؟ بهارين جا ڪٽڪ هني آڻڻ جو مطلب سواءِ انهي جي پيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو ته سنڌ سان به بنگال واري ڪربلا ڪئي وڃي، سنڌ کي به رت ۾ وهنجارايو وڃي، سنڌ جي ٻچن ۾ رڙ وڌي وڃي ۽ باقي رهيل پاڪستان جي به تباهي آندي وڃي. در حقيقت انهيءَ ٽولي جو پروگرام سادو ۽ سولو آهي. پهريائين هندوستان

۾ نڪر، پوءِ پاڪستان ۾ نڪر، هاڻ وري سنڌ ۾ نڪر، تنهن کان پوءِ پاڪستان چار ٽڪر ۽ هي موٽي پنهنجي لکنوءِ، دهليءَ، دکن ۽ الھآباد جا وارث ٿي وڃي ويهندا.

قومي اسيمبلي جا اهي سنڌي سپوت خدا جي فضل سان عاقل، بالغ ۽ وات وڪيل آهن. ڪي معصوم ۽ ڪير پياڪ پار ڪونهن جو ڪنهن کين برغلائي صحيح وٺي ڇڏي هجي نڪي هو اڻ پڙهيل هاري آهن. جن کي پوليس ۱۰۹ ۾ پڪڙي، ماري، ڪٽي، زوري ڪائن بيان ڪرائي ڇڏي. ظاهر آهي ته هنن ري نشي، ري فريب پنهنجي رضا خوشيءَ ۽ هوش جي سلامتيءَ سان سوچي سمجهي اهو حقيقت افروز بيان ڏنو آهي.

سوال آهي ته ڇو هنن ڏک ۽ ڏاهن مڙس هڙو وطن دشمن ۽ سنڌ سان غداريءَ وارو مطالبو ڪيو؟ هڙو شرمناڪ ۽ ذليل بيان ڇو ڏنائون؟ ان جو جواب افسوسناڪ برابر آهي پر ڏکيو ڪونهي. هيءَ سنڌ جي ست پيڙهياتي غدار ۽ وطن دشمن طبقي يعني ملڪي وڏيرا شاهيءَ جا نمائندا آهن. جنهن جي اصل فطرت ئي اها يعني غداري، وطن فروشي، عوام دشمني ۽ ڌارين جي دلالي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ضرورت پوڻ تي هي ساڳيءَ وانگر سئو روپ بدلائي سگهن ٿا. ڪڏهن اوليا الله جا ٿيندا. ڪڏهن ڪارل مارڪس ۽ لينن جا خليفا بنبا. ڪڏهن منهن ۾ ور ۽ مڇن ۾ وڪڙ وجهي دودي

۽ دريا خان جا ڊراما ڪندا پر هن طبقي جي فطرت نہ بدلبي. هنن مان نہ ڪڏهن ٿيو آهي ۽ نہ ٿيندو. اهي سنڌي قومي وجود لاءِ سِرُو ۽ مرض آهن. سنڌ جي زندگي ۽ جياپي لاءِ زهر قاتل آهن. هي گهر جا نانگ آهن. سنڌ جا جيڪي ماڻهو وڏيرا شاهيءَ جي نمائندن جي هڪ اڌ فضيلت واري بيان يا تقرير تي موهجي، غش کائي، سندن پٺڀرائي ڪريو پيون، تن کي هنن اُن جوڌن جوانن جي ڪارنامي مان سبق وٺڻ کپي. ڇا هن طبقي جي ملين مٺين ڳالهين تي موهجي ڪين قومي جدوجهد جي واڳ سونپي سگهجي ٿي؟ هرگز نہ، ڪنهن بہ حالت ۾ نہ.

## تحريڪ جو نئون دور

تحريڪ کي سالن جي جدوجهد کان پوءِ مس مس ڊڪليئريشن مليو آهي. هاڻي اميد تہ تحريڪ جو نئون دور شروع ٿيندو. اسين ڪوشش ڪنداسين تہ ”تحريڪ“ جا نقص گهٽ ٿين ۽ منجهس وڌيڪ باقاعدگي پيدا ٿئي. اسان سان جيڪي اندران ئي اندر پاڻ پرڻ جون پلانيون ۽ گهڻيون ملهون پيون ٿين، تن جو ذڪر نٿا ڪريون. ”ڏيرن ڏوهہ نہ، جهڏيون، ماءُ مڙيئي مون!“ هيستائين مڙيئي پاڻي پوري ڪئي آئسون ۽ ڏکيا سڪيا رڙهي اچي هيستائين پهتا آهيون.

اسان کي خوش فهمي يا دعوا ڪانهي تہ اسان سنڌ جي سڀني مرضن جو ڪو اڪسير علاج ڳولي لڌو

آهي. اسان رڳو اهو پڌائڻ جي ڪوشش پيا ڪريون ته پراڻن جنترن، منترن ۽ ڦيڻن چڻن مان ڪجهه ڪرڻ ورندو. سنڌي قوم کي گڏجي سڏجي پنهنجي نئين ۽ انقلابي قومي راهه ڳولڻ کپي. اسان جي ذهن ۾ جيڪا اپري سپري سوچ پيدا ٿئي ٿي سا ”جيڪو حال حبيبان، سو پيش پريان“ وانگر پڙهندڙن اڳيان پيش ڪريون ٿا ۽ يارن کي سوچڻ جو سڏ ڏيون ٿا. انهيءَ مان سنڌي قوم کي ڪي به ٽڪا به فائدو ٿئي ته ان کي اسين پنهنجي ٿورڙي پورهئي جو تمام وڏو ڦل سمجهنداسون.

## رسالو ڪهاڻي

ڪن پنجابي اديبن ”پنجابي بولي“ کي اردوءَ جي غلبي کان بچائڻ ۽ پنجاب جو نڪتي نظر پيش ڪرڻ لاءِ ”ڪهاڻي“ نالي رسالو ڪڍيو آهي، ان جي ڪن تازن پرچن جا ڪي مضمون اسان جي نظر مان نڪتا آهن. جن ۾ ڏيکاريل آهي ته ”پناهگير ڪامورا شاهي ڪيئن پاڪستان جي مرڪزي نوڪرين کي ارڙ نانگ وانگر ڳڙڪائي ويٺي آهي. هڪ پرچي ۾ بهارين بابت مضمون آهي. جنهن ۾ ثابت ڪيو ويو آهي ته انهن بلائن کي هتي اچڻ جو ڪو به حق ڪونهي. پيا به ڪي چڱا مضمون آهن. جن ۾ اردو يارن جي آڪڙ جي ڦوڪڻي مان هوا ڪڍي ويئي آهي. ٻئي طرف پنجابي سياست جي چالاڪ سچاتل ڪردار کي

اڪائڻ ۽ ڪين معصوم بلڪ مظلوم ثابت ڪرڻ جي ڪوشش به ڪيل آهي. اسان جي نظر ۾ اسان کي ان سلسلي ۾ پنهنجي قومي نقطي نظر تي سختي سان قائم رهڻ گهرجي ۽ هر سنڌ دشمن لاڙي جي بااصول مخالفت ڪرڻ گهرجي. ان سان گڏ اسان کي هر ان ڌر جي ان حد تائين پٺڀرائي به ڪرڻ گهرجي جيڪا ڌر جنهن حد تائين ڪنهن به سنڌ دشمن ٽولي جا پول پڌرا ڪري ۽ ان جي مخالفت ڪري. ساڳي ڌر جيڪڏهن ساڳئي وقت سنڌ جي قومي مفادن جي مخالفت ڪري ته ان حد تائين سندس ترديد ۽ مخالفت به ضرور ڪجي. مطلب ته ساڳئي وقت جيتري چڱائي، اوتري پٺڀرائي ۽ جيتري مدائي اوتري مخالفت. انهيءَ اصول جي دائري ۾ اسين رسالي "ڪهاڻي" جي آجيان ڪريون ٿا ۽ پڙهندڙن کي ان سان قومي مفادن جي دائري اندر رهندي، اڙدو شاهيءَ خلاف بااصول تعاون ڪرڻ ۽ ساڳئي وقت مٿس جائز ۽ سمجهداريءَ واري تنقيد ڪرڻ جي صلاح ڏيون ٿا.

[ماهوار تحريڪ - آگسٽ ١٩٧٣]

# پاڻ تي پاڙيو!

”جيڪي لڳي سو ڪاڻي اک ۾!“ سنڌي مسڪين عوام کي تباهه ڪرڻ ۾ وڏيرا شاهيءَ، سنڌ دشمن پرماريت ۽ مهانگائيءَ شايد اڃا ٻئي ڪا ڪسر ڇڏي هئي جا هن قهري ٻوڏ اچي پوري ڪئي آهي. سنڌي عوام جي قوت گذران جو ثمر ذري گهٽ تباهه ٿي چڪو آهي.

هڙين اوچتين آفتن مهل ماڻهوءَ کي پنهنجي اڳوڻي ميڙي چونڊي ڪم ايندي آهي. پر سنڌ جي مسڪين ماڻهن گذريل ۲۵ سالن ۾ ڍلن ۽ ٽيڪسن جي ٻلي پنهنجي جيڪا ميڙي چونڊي قومي خزاني ۾ جمع ڪرائي سا پنجابي - پناهگير زميندارن، سرمائيدارن ۽ وچين طبقي جي سازشي ٽولي ناٻي ڳوڙڙو ڪري هضم ڪري ويئي. نه رڳو ڪاڏاڻون پر خرمستين تي به زيان ڪيائون. ’پرائي مال تي ٽوهي نراڙ ٽي!‘ رڳو بنگالي مسڪينن جي قتلام ڪرائڻ تي، به مسڪين عوام جا ڪروڙين اربين رپيا برباد ڪري ڇڏيائون.

هيڏانهن پوءِ ملڪ ڀنگ ڪري ڇڏيو ته هوڏانهن خزانو به ذري گهٽ خالي آهي. حد کان زياده فوجي

خرچ جو ڳڻڀ اڃا تائين عوام جي ڳچيءَ ۾ پڌو
پيو آهي. ان سفيد هاٿيءَ کي پالڻ لاءِ به قارون جا
خزانا کپن. ڇوڻين پاسي سڄي دنيا ۾ مهانگائيءَ جو
ويل آهي. سڀ کان وڏي ڳالهه ته دنيا ۾ اَن جي
زبردست کوٽ ٿي ويئي آهي. سون ڏئي به اَن مشڪل
ملي. پيو ته ٺهيو پر خود سڄي دنيا جي اناج جو گدام
آمريڪا به خالي ٿي ويو آهي ۽ اتي به اناج وڌيڪ
اپائڻ جي مهم پيئي هلي. هيل روس ۾ فصل خراب
ٿيو آهي. ان کي ڪروڙين ٽن اناج کپي. چين کي
کپي. هندوستان کي کپي. انهن سڀني جون اکيون
آهن آمريڪا، ڪئناڊا ۽ آسٽريليا تي. جن وٽ بچت ۾
اَن هوندو آهي. پر انهن ملڪن به هينئر ٻان ڪڍي آهي.
آمريڪا ۾ ٻيهريون دفعو اناج جي ٻاهر روانگيءَ تي
بندش وجهڻ جي ڳهر پئي ٿئي.

## امداد جا ٽيڙ وڏيرا ۽ ڪامورا کائي ويندا!

سوال آهي ته سنڌي عوام کي هن آفت مان
مڪمل طور تباهه ٿيڻ کان ڪيئن بچايو وڃي.

ٻيهرين ڳالهه آهي ترت امداد جي، يعني ڪجهه
ڏينهن لاءِ کاڌي، ڪپڙي ۽ اجهي ڏيڻ جي: رنڊڪي
۽ اخبارن ۾ ڪٿي جا به اچي پر اها امداد اصل ڏتڙيل
ماڻهن کي ملي، سو ڪوڙوئي نه ٿو لڳي. ”ڪانگ

آهي مٿو جو لٽولٽو ٿو ڪج ونجي!" وڏيرا، ڪامورا، واپاري ۽ سندن چمچا مري ڪوٺ ويا آهن جو غير ملڪي امداد عوام تائين پهچي. سپ ڀاڱ ۾ ملي کائي ويندا. اها سيني کي خبر آهي. ان ۾ رتيءَ جو به فرق ڪونه پوندو.

## قرض به مسڪينن کي ڪونه ملندو!

ٻي ڳالهه آهي قرض جي. فرض ڪريو ته سرڪار وٽ قرض ڏيڻ لاءِ پئسو به ٿئي. پر ڪجهه مهينا اڳ جهڙي ريت وڏيرا هارين جي نالي ۾ سپ رقمون وٺي کائي ويا، هينئر به ائين ڪونه ٿيندو، سو وسهڻ ڏکيو آهي. عام مشهور آهي ته هڪڙي مها وڏيري هڪڙي ڏينهن ٨٠ هزار رپيا هارين لاءِ رکيل قرض جي رقم "ڪهرائي" ورتا. زرعي بئنڪ جي مئنيجر رکيو ايترو چيو ته "ڪوڙن سچن هارين کان آڱوٺا هڻائي رڪارڊ جي پورائي ڪريان ته پوءِ پئسا ڏيان." ته مرکيو نوڪري تي وس. ڪيسيون ڪري جند ڇڏايائين. تنهنڪري ڪٿي سرڪار، سرڪاري طرح سڄي جهان جا خزانا گڏ ڪري سنڌي عوام ۾ ورهائڻ لاءِ ڏي، پر به هيءَ وڏيرڪي ۽ ڪامورڪي انود جي ڪڏ انهن سيني کي ائين ڳڙڪائي ويندي جو پتو به ڪونه پوندو ته ڪٿان آيا، ڪٿان ويا.

## ٻاهرين امداد مان پورت ڪانہ پوندي!

پر وڏي ڳالهہ آهي تہ اول اهو خزانو اچي ڪٿان؟ ممڪن آهي تہ ٻاهريان ڪي ملڪ پنهنجي مطلب لاءِ ڪجهہ همدردي ڏيکارين ۽ ڪجهہ رقم ڏين. پر ان مان پورت مشڪل پوي. هيڏي مهانگائي، هيڏي کوٽ، هيڏي اڻ هوند ۽ هيڏي تباهيءَ لاءِ ٻاهرين امداد سمنڊ ۾ ڦڙي برابر ٿيندي.

## ڦر جو مال موٽائي هٿ ڪريو!

پس پيش عوام کي فقط پنهنجو پورهيو ۽ پنهنجي موڙي ڪم ايندي. ڇا سنڌي عوام وٽ اڃا بہ ڪا موڙي رهيل آهي؟ ها.

اها موڙي آهي سنڌ جي چوري ۽ غبن ٿيل زمين. ون يونٽ جي اونداهي رات ۾ ڪوڙا ڪليمنٽ، فوجي ڪرنل، جنرل ۽ سول آفيسر سنڌ جي پلي زمين جا لکين ايڪڙ چورائي ويا. انهن جي قيمت ڪروڙ نہ، ارب نہ پر کرب رپيا ٿيندي. اها ارب ۽ کرب رپين جي چوري ۽ غبن ٿيل ملڪيت اڄ موٽائي وٺجي تہ سنڌي عوام کي وڏي اوج اچي سگهي ٿي. تنهنڪري هڪدم ڪوڙن ڪليمن جي هنگامي بنيادن تي جاچ ڪرائي، اهي رد ڪري، زمين سنڌي عوام جي ڪم ۾ آندي وڃي. جي ٺڳن ۽ بدمعاشن اها زمين وڪڻي

ڇڏي هجي ته ڪين ڳڙهون سڙائون ڏيئي سندن حرام جي ملڪيت ضبط ڪجي. ساڳي طرح ون يونٽ ڇوڙدين ۽ ايوبي ڪرنلن، جرنلن جي هنيل ڌاڙن جو مال موٽائي هٿ ڪيو وڃي. اهي رٽائرڊ جنرل ڪرنل سنڌ ڪان ڪوبه لهڻو ڪونه ڳهرن. لهڻو هوندن ته پنهنجي انگريز مائي باپ تي هوندن، جنهن جي فوج ۾ ڀرتي ٿيا ۽ جنهن کي خوش ڪرڻ لاءِ عربستان، انڊونيشيا ۽ ملايا جي مسلمانن کي قتل ڪرڻ ڪان به ڪين مڙيا ۽ ان جي عيوض پلاٽ، انعام ۽ عهدا هٿ ڪيائون. اڃا به ڪو انعام رهيل هجين ته چنجين ته انگريز کي لنڊن درخواستون موڪلين. سنڌ جي جان ڇڏين. ”سمهي يار سان، تيل ميٽ ڳهري مڙس ڪان“ اهو ڪم نه ٿڪن.

## فضول خرچي بند ڪريو!

پي ڳالهه، ته فضول خرچي هڪدم بند ڪئي وڃي. پاڪستان جي سموري آمدنيءَ جو ۷۰-۸۰ سيڪڙو فوج تي خرچ ٿيو وڃي. ڪنهن به ٻئي ملڪ ۾ شايد ئي فوج تي ايترو سيڪڙو پئسو خرچ ٿيندو هجي. اڳي ته خير ڪيئن به هو پر هاڻ پاڻي سر ڪان چڙهي ويو آهي. هاڻ عوام جي پئسي جي هڪ هڪ پائي سوچي سمجهي خرچ ٿيڻ ڳهرجي. پاڪستان کي پنهنجي پاليسي اهڙي رکڻ ڳهرجي جو ڪيس عوام جي سموري

ڪافي هٿيارن ۽ فوج پنهان وڃائڻ جي ضرورت نه،
پوي. ڏنو ويو آهي ته جيئن فوج حد کان وڌي،
تيئن ملڪ ڪمزور. فوج ۽ هٿيارن جو ڳاٽي ٻڳو خرچ
ملڪ جي چيلهه ڀڃيو ڇڏي. پوءِ هلي ٿي ڍن ۽ خيرات.
اها فوج کي هٿيو ڌارين جو پاڙيٿو بڻايو وجهي. اهي
ڪمس لڪ ۾ نوڙي وجهيو پيا هلائيندا آهن. تان جو
اهڙي فوج پرائي ڍن ۽ خيرات تي اهڙي هريو وڃي
۽ مفت جي مال جو اهڙو چشڪو پئجيو وڃيس جو
سورهيو پنهنجي ملڪ ۽ عوام جي دشمن ٿيو ان جي
ڳاٽي تي چڙهيو ويهو رهي. ايشيا، آفريڪا، لاطيني آمريڪا
۾ ان جا سوين مثال موجود آهن. خود پاڪستان جو
مثال ئي ڪافي آهي.

## بلوچستان تي فوجي چڙهائي بند ڪريو

آخري ڳالهه، ته بلوچستان تي فوجي چڙهائيءَ تي
روزانو عوام جا لکين رپيا برباد پيا ٿين. اهو ڏنو وڃي ٿو
زبردست زيان هڪدم بند ٿيڻ گهرجي. مسئلي کي
جمهوري نموني حل ڪيو وڃي. قومي مصلحت لاءِ
سمجهه ڪرڻو پوي ته ڪجي. اڄڪين سنڌ دشمن فسادن
پوري ملڪ جي سربراهه لالوڪيت جي غنڊن کان
هٿ ٻڌي معافي ورتي هئي. هن دفعي وزيراعليٰ وري
به فسادين ۽ بدمعاشن کي هٿ ٻڌا. انهن جي خيال
۾ بلوچستان جي عوام جو ڏک لاهڻ لاءِ ڇيڪا آهن

حڪومت ڪي نرم ٿيڻو به پوي ته اها گھٽتائي ٿي ٿيندي. پيا ته ٿيو پر خود بلوچ سردارن تي به سنڌي عوام جون ڪُٽيون لڳ مهارون هجن پر بهرحال هو سنڌ دشمن عنصرن ۽ فسادين جي ورجي ۾ ته ناهن ۽ ڪنهن به حالت ۾ گهٽ سلوڪ جا مستحق ته ڪونهن! جي حڪومت وقت تي فسادين ۽ عنصرن ڪان معافي وٺڻ ۾ عيب نٿي سمجهي ته بلوچستان جي مظلوم عوام ۽ سندن اڳواڻن اڳيان جهڪڻ ۾ ڪين ڪهڙو عيب ٿيڻ گهرجي؟

بهرحال هي مسئلو جلد کان جلد حل ٿيڻ گهرجي ۽ نه اهو عوام لاءِ وڏيڪ مسئلا، وڏيڪ مجبوريون ۽ وڏيڪ مصيبتون پيدا ڪندو.

## سنڌي عوام تباهيءَ تي غالب پئجي ويندا.

سنڌي قوم جي ڏکن سان ازلي مائٽي آهي:

سورن سانڍياس پورن پالي آهيان
سکن جي سيد چٺي پڪي ڏ پياس
جيڪس آءُ هياس ڪري گونڌر ول جي!

جيئن هزارن سالن کان اڳرائين، جنگين، ڦرين لٽين، ڏڪارن، بوڏن ۽ ٻين انساني آفتن سان منهن ڏيندي هتي اچي پهتا آهيون، تيئن هن آفت جو لڪ اميد ته لنگهي وڃي پار پونداسين. اسان جون همتون پست نه

ٿيندو. مصيبت جي منهن ۾ اميد ته اسان جي قومي
ٻڌي وڌيڪ مضبوط ٿيندي. اسان ۾ قومي ۽ طبقاتي
سمجھ ۽ ساڃھ وڌيڪ پختي ٿيندي. اسين هڪ بهتر،
وڌيڪ متحد ۽ مضبوط قوم بڻجي اڳتي وڌنداسين ۽
پنهنجي قدرتي حقن حاصل ڪرڻ ۽ بهتر زندگي ماڻڻ
لاءِ جدوجهد وڌيڪ تيز ڪنداسين.

## ٻي ٻوڏ!

اڄ سنڌ هلندڙ ڦهري ٻوڏ جي وڪڙ ۾ آهي ته
خبر پوندي آهي ته ڀياري قاتلن جي ٻوڏ اچڻ واري
آهي. هن ٻي ٻوڏ مان هلندڙ ڦهري ٻوڏ جي جاءِ
ڪانهي. هلندڙ ٻوڏ هزارين ماڻهو دربدر ڪيا آهن، گهر
ڊاٺا آهن، مال ۽ فصل تباهه ڪيا آهن. پر ليڪ اهي
گهر اڏجي ويندا، مال ۽ فصل به ٿي پوندا، زخم ميڙجي
ويندا. پر نئين ٻوڏ سڄي سنڌ کي غرق ڪرڻ ٿي اچي.
هفتي يا مهيني کن لاءِ نه. هميشه هميشه لاءِ. هيءَ پاڻي
جي نه، انسانن جي ٻوڏ آهي. هن ٻوڏ ۾ زهر آهي.
هيءَ آدمخور ٻوڏ آهي. هيءَ ٻوڙن ماڻهن، فصلن يا
گهرن کي نه پر هڪڙي سڄي قوم ۽ ان جي هزارين
سالن جي قومي وجود کي لوڙهڻ، ٻوڙڻ ۽ نيست نابود
ڪرڻ ٿي اچي.

ڀياري پناهگير هڪ خاص زهريلي، ڏکئي، خطرناڪ

۽ تاريخي خمير مان نهيو آهي. هندوستان جي ننڍي
کنڊ ۾ هزار سالن کان سوين هندو توڙي مسلمان قومون
آباد آهن. وچ ايشيا جي ڦورن ۽ ڌاڙيلن جا ٽولا هزار
سالن کان هڪ ٻئي پويان ڪات ڪهاڙا کڻيو، انهن هندو
توڙي مسلمان قومن کي ڦريندا ۽ غلام بنائيندا رهيا
آهن. هر هڪ رهزن ٽولي جو سڀ کان رهزن ۽ بدمعاش
اڳواڻ پنهنجي چمچن کان پاڻ کي غازي، سلطان،
شهنشاه وغيره جو لقب ڏياريندو رهيو آهي. ان لقب
وڪائڻ شرط هو ۽ سندس ڌاڙيل ۽ قاتل ٽولي کي جو
ڌاڙن ۽ قتل جو پروانو ملي ويو ٿي. "جي "اسين
مسلمان آهيون، هي سلطان سڳورو آهي. هي اوليا الامر
آهي، هن تي خدا جو پاڇو آهي، هي پراون ملڪن
۽ قومن جون جيڪي به ڦريون، ڌاڙا ۽ قتل ڪرائيندو
سي عين اسلام آهن. اسين سڀ هن جا پوئلڳ آهيون،
تنهنڪري اسين به جيڪي ڪريون سو شريعت موجب
جائز آهي، سڄي دنيا الله جي آهي. الله جو وارث
هي سلطان سڳورو (يعني قاتلن جو اڳواڻ) آهي،
تنهنڪري هو جتي وڃي اتي قبضو ڪري ٻين قومن
جي مسلمانن کي پنهنجو غلام بنائي سگهي ٿو."

هندوستان جا مسلمان هميشه هن ڪشمڪش ۾ ورهايل
رهيا آهن. هڪڙا وقت بوقت ٻاهران ايندڙ بدمعاش ٽولا
۽ سندن چاڙيا، ٻيا ملڪ جا اصلوڪا رهندڙ حق حلال
جو پورهيو ڪندڙ مسلمان، سنڌي، بلوچ، بنگالي وغيره.

اصلي رهاڪو مسلمان قومون هميشه ڦريل ۽ ڦرجندڙ رهيا آهن.

بهاري ۽ يوپي وارا هميشه ڦورن سان شامل رهيا آهن. هاڻوڪا بهاري پناهگير هزارين سالن کان ڦريون ڪندڙ ڦورو ٽولن جا تاريخي وارث ۽ جاءِ نشين آهن. هي به ٻڌائڻ ڪي الله جا خاص خلقيل اصلي مومن ليکين ٿا. هنن کي جيتي وڻي اتي وڃي قبضو ڪن. جو ته هي سڄو جهان الله جو آهي. تنهنڪري هتن جي هي جي جاگير آهي. ٻيا ڪافر ته ٺهيو پر مسلمان به پورا مسلمان نه آهن، گهٽ آهن، ٽيج آهن. انهن جون ٻوليون، ثقافتون، تمدن، سندن تاريخي قومي حق سڀ باطل آهن. بهاري ۽ يوپي وارا جنهن به مسلمان قوم جي ڌرتي تي وڃن لٽ ڦرين تنهن جو ڪم آهي ته پڙڪ به ٻاهر نه ڪڍي ته ته ڪافر ٿي پوندا. بهاري پناهگير انهيءَ پرواني جي آڌار تي ٻهرين ٻنهي جي هم وطن سان وڙهيا، پوءِ بنگال تي قبضو ڪيائون، شرارتون ۽ سازشون ڪري هنن جو جيئڻ حرام ڪيائون، پوءِ هميشه جي دستور موجب شاهي فوج چاڙهائي آيا. غدار ۽ وطن دشمن بڻجي شاهي فوجي ٽولي سان گڏجي بنگالين کي ڪٽايائون. هاڻ وري رخ رکيو اٿن سنڌ ڏانهن. سنڌ الله جي آهي. هي الله جا خليفا ۽ وارث آهن. تنهنڪري هنن جو مٿس حق آهي، هي پنهنجو حق نادر شاهه، ابداليءَ، ارغونن ۽ ترخانن وانگر ڇڪين ٿا. وٽن ماڳهو "اسلامي" پروانو آهي.

سنڌ جي ماڻھن کي پڪ ڏلي ويئي تہ جيسين پيّي صاحب جي دم ۾ دم آهي، تيسين سنڌ سان انڌير نہ ٿيڻ ڏنو ويندو ۽ سنڌ بھاري قاتلن جي حوالي نہ ڪئي ويندي. سنڌ جا ماڻھو پيّي صاحب کي سيني خطرن خلاف پنھنجو وڏي ۾ وڏو بند سمجھن ٿا. پر سنڌ دشمن سازشين، پاڪستان، هندوستان ۽ بنگلا ديش جي حڪمران ٽولن گڏجي سڏجي اهو بچاءُ بند ٽوڙي وڌو آهي. هاڻي سنڌ واڳڻ جي وات ۾ اچي وئي آهي.

بنگلہ ديش کي سنڌ تي اهي آفتون مڙهڻ لاءِ ڪڙوڻي هٿيار هو، يعني ١٩٥ جنگي ڏوهن جا ملزم. سڄي دنيا کي خبر آهي تہ بنگلہ ديش ۾ جنسي قيام ڪئي ويئي. اها آسمان مان ملائڪن ڪانہ اچي ڪئي. اهي ماڻھو هئا. ڪڙا قاتل بھاري پيا غدار ۽ وطن دشمن يحيٰ شاهي فوجي ٽولي جا بچيل فوجي سپاهي. بنگلہ ديش جي ماڻھن لکين قاتلن مان ڳولي ڳولي ۽ چونڊي چونڊي ١٩٥ اهڙن فوجين تي هٿ رکيو جن لاءِ کين خاطري آهي تہ سندن قوم سان ڪيل درندگيءَ ۽ وحشانيت جا هو پين سيني کان وڌيڪ مجرم آهن. هڪڙي ٿيندي آهي جنگ، ٻي ٿيندي آهي آدمخوري. جنگ تہ خير جيئن آهي تيئن آهي، پر عام انسانن سان آدمخوري بين الاقوامي جرم ٺهرايو ويو آهي. هر ملڪ جي قانون ۾ ۽ خود پاڪستان جي قانون ۾ اهڙي آدمخوري

ناجائز ۽ غير قانوني آهي. اوڀر بنگال ۾ يحيٰ شاهي جي فوجي ٽولي جي بهچيل فوج مان مٿي يا ٽورن گهڻي اهڙي آدمخوري واريون حرڪتون ڪيون آهن، ته هن ڪان ڪوبه انڪار نٿو ڪري سگهي. خود وزير اعظم پنهنجا اکر آهن:

”اوڀر پاڪستان ۾ جي پياڻڪ واقعا ٿيا ۽ جا قيامت ٿي گذري.... اسين ان جو تصور به ڪري نٿا چاهيون.... اسين انهن ڳالهين تي سوچيون ٿا ته لنئي ٿيو پوي.... اسين ڪن جهنگلي جي چنبي ۾ اچي وياسين.... انهن واقعن تي ويچار ڪرڻ سان منهنجا لڳ ڪانڊارجي ٿا وڃن....“

(ڪئناڊا براڊ ڪاسٽنگ ڪارپوريشن کي ڏنل انٽرويو- تاريخ ٢٣ جنوري ١٩٧٢)

اهڙن هيبتناڪ ۽ لڳ ڪانڊاريندڙ واقعن جو جن ساٿين تي الزام هجي، تن تي جيڪڏهن مقدمو هلي ته ڪهڙي اربع خطا ٿي پوي ها. قومي وقار ان ۾ ناهي ته اسين درندگين جي پردہ پوشي ڪريون بلڪ انهيءَ ۾ آهي ته اسين پنهنجن پاڻرن جي قاتلن کي جوڳي سيکت ڏيون يا ڏياريون ته جيئن دنيا ڏسي ته اسان واقعي پنهنجي تاريخ جو نئون ورق ورايو آهي ۽ اڳوڻين حڪومتن جي بدمعاشين ۽ جرمن کان پاسو

ڪيو اٿئون. ڪو پوليس وارو ڦيري واري ڪان ۾ رهيا
ٿو ولي ته ان تي ڪيس هلي ڇه، مهينا سزا ٿي اچي.
پاڪستان جي وڏي اڏ ڪئي رت ۾ غرق ڪرڻ جي
ڏوهه هيٺ چند ماڻهن تي مقدمو هليو ته ان تي انسان
ڪي بيهوشي جو ولڻ ڪپي.

بهرحال انسانيت خلاف، پاڪستان جي وڏي اڏ
جي ماڻهن خلاف، جنگي قانون جي خلاف ڏوهه ڪرڻ
جي الزام هيٺ آيل انهن ١٩٥ جنگي ملزمن کي
ڪيس کان بچائڻ لاءِ حڪومت بنگله ديش سرڪار جو
اهو شرط قبوليو آهي ته بهاري قاتلن کي، پاڪستان
يعني سنڌ پنهنجي مٿان سوار ڪرڻ قبول ڪري.
پاڪستان جي عيوضي مسٽر عزيز احمد پنهنجي پريس
بيان ۾ چيو آهي ته "پاڪ هند ٺاهه جو سڀ کان اهم
نڪتو اهو آهي ته فوجي ملزمن تي ڪيس نه هلايو
ويندو." ان نڪتي وارو مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ بهارين
جي آفت سنڌ تي مڙهڻ منظور ڪئي ويئي آهي.
تنهن جي معنيٰ ٿي ته سموري پاڪ هند ٺاهه جي
مرڪزي نڪتي جي چٽي سنڌ تي وڌي ويئي آهي.
هميشه جي دستور موجب يحيٰ شاهي فوجي ٽولي ۽
بهارين جي ڪڌن ڪرتوتن جي سزا سنڌ کي ڏني
ويئي آهي. هن ٺاهه مان اسان کي رت جي ڏپ ٿي
اچي. ان رت جي جيڪو اهي البدر ۽ الشمس جا
تربيت يافته غنڊا ۽ قاتل هتي اچي وهائيندا.

هنن قاتلن ۽ پاڪستان اڳيئي تباهه ڪري ڇڏيو آهي، باقي ۽ جو خير اسان کي ماڻ ته نظر نٿو اچي.

## آزاد ڪريو!

جي ايم سيد جي ظاهر ڪيل قومي مقصدن سان بنيادي طرح سڀ سنڌي وطن دوست متفق آهن. انهن مقصدن کي حاصل ڪيئن ڪجي، تنهن بابت مختلف رايا آهن. اسان کي به سيد صاحب سان قومي راهه عمل بابت بنيادي اختلاف آهن ۽ اسان اها حقيقت ڪڏهن به نه لڪائي آهي. پر اسان اها ڳالهه مڃڻ لاءِ هرگز تيار نه آهيون ته سيد صاحب ڪو پاڪستان لاءِ خطرو آهي. سيد صاحب ته پاڻ پاڪستان کي خطري ۾ وجهندڙن ۽ پاڪستان ناس ڪرائيندڙن جي ظلمن جو شڪار ٿي رهيو آهي. سنڌ ڀاران حق جو ڪلمو پڙهڻ جي ڏوهه ۾ مٿس ٻه اڇلايا ويا ۽ سالن جا سال کيس آزاديءَ کان محروم رکيو ويو آهي. هن وقت ۽ هن دور ۾ جڏهن مودوديءَ جهڙا قاتل جن جا هٿ لکين اوير پاڪستانين جي رت سان رڱيل آهن سي آزاد هجن، نواب مظفر تان سڀ ڪيس واپس ورتا ويا هجن، "اردو ڪا جنازه هي ذرا دهوم سي نڪلي." جهڙو قاتل سگنل ڏيئي ٻوليءَ وارا فساد شروع ڪرائيندڙ "جنگ" اخبار جو فسادي شاعر رئيس امروهوي

تائين تحمل سان ويا ڪاڻ ڏيندو رهندو هجي. تنهن جي ايم سيد جو قيد رهڻ سندس سان سراسر زيادتي آهي ۽ سنڌي عوام جي قومي توهين آهي. سنڌي قوم جو مطالبو آهي ته جناب جي ايم سيد توڙي ٻين سڀني سنڌي قومي ڪارڪنن جهڙوڪ ع. غ سنڌي ۽ ٻين شاگردن کي آزاد ڪيو وڃي. مٿن جاري ڪيل وارنٽ واپس ورتا وڃن.

[ماهوار "تحريڪ" سيپٽمبر، ۱۹۷۳]

# اچو ته سوچيون

ائين ٿو لڳي ڄڻ اسين چؤ طرف گهيري ۾ اچي ويا آهيون. اسان جي قومي جدوجهد جا قافلا پنهنجي منزل جو ڏس وڃائي رڻ واهي ٿي ويا آهن. اسين رڃن پويان ڀوڙي ڀوڙي، اوجهڙن ۾ ٿاٻا کائي کائي ٿڪجي ساڻا ٿي ڪري پيا آهيون. ائين پيو لڳي ڄڻ گذريل پنج سال اڳتي نه پر پوئتي ڌڪبا رهيا آهيون.

اسان سمورو ٽمر ڪٽائي ڇڏيو آهي، اسان جي هڙ ۾ هولڙن لئي نه سياسي سمجهه هئي، نه ٻڌي، نه طاقت هئي نه ڏاهپ. اسان وٽ فقط ڪجهه ڪمزور ارادا هئا، نعرا هئا، مٺاڇرو ويساه هو. اسان جيئي سنڌ جا نعرا هنيا. پر اسان کي اها خبر ڪانه هئي ته سنڌ ڪيئن جيئندي ۽ ان کي ڪير جيئاريندو. اسان هڪ ٻئي کي سڏ ڪيا "سنڌيو! بيدار ٿيو، ميدان ۾ نڪري اچو." بيداري ڪيئن ايندي، ميدان ۾ گڏ ڪيئن ٿبو ۽ ميدان ۾ گڏ ٿيڻ کان پوءِ ڇا ڪبو؟ انهن سوالن جا جواب اسان وٽ ڪونه هئا. اسان انهن جوابن جي ضرورت ئي ڪانه سمجهي. تنهنڪري اسان اهي سوال پڇيائي ڪونه. ڪنهن اتفاق سان اهي سوال اٿاريا ٿي ته اسان ڪاوڙجي ٿي پياسين. اسان پنهنجي هزارين سال پراڻي

قومي بيماريءَ جو علاج ڳولڻ بدران، پرهيز ۽ ڪيري ڪرڻ بدران، حڪيمن ۽ ڏاهن کان ڏس پڇڻ کان سواءِ، پوڻن ۽ ڦيڻن، وردن ۽ وظيفن ذريعي ڪرڻ گهرندو ٿي. اسان جدوجهد بدران سياسي پيرن جون ٻاسون ٻاسيون ۽ پڙ چاڙهيا، اسان سياسي جنان ۽ پوڻن اڳيان ڏمالون ڪيون. ڳوڙهي مان ٻٽ چٽڻ گهريو ٿي. اسان ڪريءَ ٿي بهشت جا خواهشمند هئاسون.

اسان ميرن وانگر موالين. ڪي ملهه وڙهائڻ چاهي ٿي. اسان جي مرضي هئي ته اسين پيا سپ گهر ويٺا هجون، فقط اسان جا ڪجهه شاگرد، اديب، شاعر ۽ تقرير باز اڳيائيون، شعر ۽ ڪتاب لکي، تقريرون، جلسا ۽ مظاهرا ڪري دشمن کي ديجاري پچائي ڪڍن. اسين فقط تاڙيون وڄايون، نعرا هڻون، تعريفي خط لکون، قصيدا پڙهون. اسان ڳولا، مطالعي ۽ تحقيق بدران پنڪيون لڏيون ۽ خواب ڏٺا. اسان پکهر وهائڻ بدران وات جا نڪاءَ هنيا. اسان هڪ منظم ۽ متحد قوم ٿيڻ بدران، ڏيڏ ڏيڏ چانور جون منو ڪروڙ الڳ ڏيگڙيون چاڙهيون. اسان تاريخ مان ٺڪي ۽ فراد ڪرڻ چاهيو ٿي. موت ۾ اسين تاريخ جي ودي چمڙ جو نشانو ٿي ويٺا آهيون.

اڄ اسان جي قومي قيادت ”اندو هاٿي لشڪر جو زيان“. اسان جا شاگرد ۽ اديب ”پورس جا هاٿي“ اسان جي قومي فهم و فراست ”چاڪيءَ اٿ وچارو.

"ڪٿ گهمي گهائي ڏاري" اسان جي قومي سياست ڏيکي جو ماڻهو پيڻ سان وير" اسان هيترن سالن جي جدوجهد کان پوءِ پنهنجا ٿوريل مال ۽ ملڪيتون ته موٽائي ڪونه ورتا، پنهنجا حق ته ڪونه حاصل ڪيا، باقي ٻه ڪي بهتر ۽ نيون لياقتون ته ڪونه پيدا ڪيون پر ابتو نوان نقصان سنا ائيون، نوان مرض پرايا ائيون. اسان ۾ پيا هزارين قومي عيب هئا پر اسين هڪ ٻئا ڪي قوم ته هئاسون. اسان وٽ اڄايو وات هئڻ هميشه عيب بڻي رهيو آهي. اسان وٽ مرسن جا گفتا وڏي مقصد ۽ مان وارا ٿيندا آهن. پر هيئر سند دشمنن جو نقل ڪري اسين هڪ ٻئا ڪي ۽ چاڙي باز قوم بنجي ويا آهيون. اسان جو ادب، اسان جي شاعري، اسان جي اسٽيج سڪئين لفاظي ۽ کوکلي نعري بازيءَ جون علامتون ٿي پيون آهن. اسان سنڌي لفظن کان سندن مان ۽ وقار کسي ورتو آهي. اسين هڪ وقلجندڙ قوم بنجي پيا آهيون.

ڏسجي ٿو ته اسين سڀ ڪجهه وڃائي چڪا آهيون. اسان وقت جي راند هارائي ويٺا آهيون. اسان جون سڀ ڪوششون اجايون ويون. اسان جي قومي قسمت بدلجڻ جا امڪان ختم ٿي ويا. تاريخ شايد اسان جي مقدر ۾ ئي اهو لکي ڇڏيو آهي ته اسين پنهنجي وطن ۾ بي وطن ۽ پنهنجي گهر ۾ هڪ خسيس اقليت وانگر گولپ ۽ غلامي واري حياتي گذاريون.

ڏسڻ ۾ واقعي ائين اچي ٿو. انهيءَ ۾ ڪجهه حقيقت ۽ صداقت به آهي. پر سموري حقيقت ۽ صداقت اها ناهي. اهو فقط هڪڙو امڪان آهي. اهو حقيقت جو فقط هڪڙو رخ ۽ هڪڙو ڏيک آهي. حقيقت جو ٻيو ۽ وڌيڪ اهم رخ ۽ پاسو هي آهي ته اسين صحيح معنيٰ ۾ ”اسين“ نه آهيون. اسين قومي راند هارائڻ وارا ضرور آهيون پر سموري سنڌي قوم نه آهيون. اسان جهڙي پاڻ کي سنڌي قوم سڏائيندڙ ٽولا سڄي عظيم سنڌي قوم جي فقط هڪڙي ننڍڙي طبقي يعني وچين طبقي جو به هڪڙو ننڍڙو حصو آهيون. سڄي سنڌي قوم جدوجهد ۾ شامل ٿي ڪانه ٿي آهي. اسان ان کي شامل ڪري نه سگهيا آهيون. سچي ڳالهه ته اسان ان کي شامل ٿيڻ ئي نه ڏنو آهي. جڏهن اها شامل ٿيندي، جڏهن اسين ان کي شامل ٿيڻ ڏينداسين يا اهڙا اپاءَ وٺنداسين جو سڄي قوم شريڪ ٿي سگهي ته پوءِ ڳالهه يقيناً ٻي ٿي ويندي. ان حقيقت ۾ ڪو جيتري شڪ جي به گنجائش ڪانهي.

اچو ته اسين وچين طبقي وارا سورما پنهنجي ڪردار تي تنقيدي نظر وجهون. پنهنجي حرڪتن تي پشيمان ٿيون، چالاڪي بازي ۽ سڪلي نعري بازي بند ڪري، نئڙت، نهٺائي ۽ سنجيدگيءَ سان پنهنجي قومي جدوجهد جي مسئلن جي تحقيق شروع ڪريون. اچو ته سنڌي قوم ۽ سنڌ دشمن قوتن جي چنبي چاڻ ڪريون، اچو

تہ سچي پاڪستان ۽ دنيا اندر پنهنجي سائين ۽ دشمنن
جي سڃاڻپ ڪريون. اچو تہ قومن جي قسمت بدلائڻ
جي سائنس ۽ هنر جي باقاعدي پروڙ حاصل ڪريون.
پوءِ اهو علم ۽ هنر هڪٻئي کي ۽ عوام کي سيکاريون.
موٽ ۾ عوام کان سکون ۽ پنهنجي ۽ هنن جي علم
۽ هنر کي ملائي هڪ ڪريون. اچو تہ لکين سنڌي
عوام کي سجاڳ ۽ متحد ڪري هڪ منظم انقلابي
وطن دوست تنظيم ٺاهيون ۽ ان جي قيادت هيٺ هڪ
منظم ۽ متحد، سوچيل سمجهيل ۽ رٿيل انقلابي وطن-
دوست جدوجهد هلايون. اچو تہ هر قسم جي سنڌ دشمن
ارهم زورائيءَ ۽ حملي خلاف بچاءُ جو علم ۽ هنر پرايون.
اچو تہ سنجيدا، چاڪو، نهٺا، سچار، مرويچ ۽ سمجهو
انقلابي قومي نوڪر، ڪارڪن ۽ سپاهي ٿيون، صحيح
سائنسي نموني سڀ طرفي قومي جدوجهد هلايون. پوءِ
ڏسون تہ ڪير ٿو اسان جي حق پرست جدوجهد جي
راهہ روڪي سگهي.

جبل ماري جڪ، جو آڏو عجيبن کي
توڙي لڪن لڪ، سڀ لنگهنديس سنڌ مان.

## چلنيءَ جو سبق!

غلام ۽ اڌ غلام قومون پنهنجي قسمت ڪيئن ٿيون
بدلائي سگهن؟ انقلابي سائنس جا چاڙو چون ٿا تہ ان
لاءِ چار ڳالهيون گهرجن: هڪڙو انقلابي نظريو ۽

انقلابي پروگرام تيار ڪرڻ، ٻيو انقلابي پارٽي، ٽيون انقلابي پارٽيءَ جي اڳواڻي هيٺ انقلابي قومي ٻڌي قائم ڪرڻ، يعني انقلابي قومي گڏيل محاذ قائم ڪرڻ. چوٿون صحيح ڍنگ جي جدوجهد هلائڻ. بهرحال ٽن ڳالهين تي سڀ متفق آهن. چوٿين ڳالهه تي اختلاف آهي. هڪڙا چون ٿا ته ”صحيح ڍنگ جي جدوجهد اها آهي ته صلح سانت سان جمهوري جدوجهد هلائي قوم جا گهڻا ماڻهو پنهنجي پاسي ڪري اليڪشن کٽي، اقتدار وٺجي ۽ پوءِ آهستي آهستي اقتصادي ۽ سياسي انقلاب آڻجي.“ ٻيا چون ٿا ته ”نه، سگهي اليڪشن کٽبي ته به اقتدار عوام کان کسجي ويندو. قومي دشمن جي دلال زميندارن ۽ سرمائيدارن جي فوج چونڊيل حڪومت کي سگهو ساهه کڻڻ ڪانه ڏيندي، اها يا ته ان کي پولڙو ڪري نچائيندي يا وجهه ڏسي ان کي ڏنڊي سان ختم ڪري ڇڏيندي. تنهنڪري انقلابي نظريي ۽ پروگرام موجب انقلابي پارٽي ٺاهي، انقلابي قومي ٻڌي قائم ڪري، اليڪشني نه پر هٿياربند انقلابي جدوجهد ڪجي. ڀلي ان ۾ ويهه يا ٽيهه سال لڳي وڃن. پر پس پڪ اهڙي جدوجهد ڪامياب ٿيندي ۽ قائم رهندي. باقي سگهي اليڪشني جدوجهد کٽي ڪامياب ٿئي ته به ان جو کٽيو عوام دشمن ڦري کڻي ويندا.“

لاطيني آمريڪا ۾ ٻئي ڳالهيون آزمايون ويون آهن.

مڪرو مثال ڪيوبا جو آهي. ٻيو چلي جو آهي.
ڪيوبا وارن انقلابي وطن دوستن هٿيار ٻند عوامي جنگ
ذريعي سامراجي دلال زميندارن ۽ سرمائيدارن جو تختو
اونڌو ڪيو. چلي وارن چونڊن ذريعي زميندارن
قوم دشمن راڄ جو انت آندو. ڪيوبا تي آمريڪا حملا
ڪيا، اندريون بغاوتون ٿيون، ناڪه‌بندي ٿي، سندن
اَنُ پاڻي ٻند ڪيو ويو. پر همراهه اڳي ڪان به اڳرا
آهن. چلي وارن ويچارن صلح سانت سان وڏي سناڪت
ڪري جمهوري جدوجهد هلائي اخبارون ڪڍيون،
هڙتالون ڪرايون، عوامي مظاهرا ۽ جلسا ڪرايا. ووٽ
اليڪشن کٽيائون، سڄي دنيا ۾ ڪهرون مبارڪون هلي
ويون ته ڏسو چلي وارن سواءِ ڪنهن هڏ جو ڪي
جي انقلاب آڻي ڏيکاريو. پر تازو سامراجين جي دلال
زميندارن ۽ سرمائيدارن جي فوج اوچتو حملو ڪري چلي
جي انقلابي صدر صاحب کي شهيد ڪري ڇڏيو.
انقلابين کي گولي گولي ماري ڇڏيائون. هن وقت سڄو
چلي رت ۾ وهنجيو پيو آهي. جنهن رتو ڇاڻ ڪان
چلي وارا انقلابي ويچارا پڪا ٿي سا سامهون آين. شايد
جيڪڏهن اول ٽڙسي ڪري ڏنڊو ڪڍن ها ته هينئر
دشمن کين مردار ڪري ماري ڪونه سگهي ها.

انقلابي ڏاها سچا هئا. حڪومت جي معنيٰ آهي
هڪڙن طبقن جو ٻين طبقن مٿان ڏاڍائي جو راڄ. هر
حڪومت ڪنهن نه ڪنهن طبقي [illegible]

ڊڪٽيٽرشپ آهي. پوءِ ڀلي ڪٿي ان کي جمهوريت جو
بخملي غلاف چڙهيل هجي، زهر جو علاج زهر آهي.
ڏنڊي کي ڏنڊو پهچندو. فقط ووٽن جي ڪاغذي چٽڪن
وسيلي اڏيل حڪومت ڪاغذ جو گهر آهي. اهو ڏنڊي
جي سٽ جهلي ڪونه سگهندو. انقلاب معنيٰ سڀ
کان پهرين دشمن جي حڪومتي مشينري يعني فوج،
پوليس ۽ ڪامورا شاهيءَ کي ڪچلي ختم ڪري،
پنهنجي فوج، پنهنجي پوليس، پنهنجي انتظامي مشينري
قائم ڪرڻ. ان کان سواءِ قومن جي تقدير بدلجي سو
ناممڪن آهي. چاهي جي قوم دشمن ۽ سامراج پرست
انقلاب هڪڙو ڀيرو وري دنيا جي انقلابي وطن دوستن
کي اهو بنيادي سبق ياد ڏياريو آهي.

## پنو ۽ اشتهار ڪٿان ملندا؟

پني ۽ اشتهار لاءِ پڪاريندي سال ٿي ويو آهي پر
اڃا ڪو داد فرياد ڪونهي. اردوءَ جا فحاشي، تعصب
۽ نفرت ڦهلائيندڙ رسالا ۽ پريس پاڪستان جي اپوجهه
عوام جا ڪروڙين اربين رپيا ڪاٺي چٽ ڪري انهن
جي خلاف ڪم ڪري رهيا آهن. پناهگير قلم فروش
ڪمائي ڪمائي هاڻ ته ٿاٺن ٿا. سنڌي اخبارن ۽ رسالن
کي لڪ جي هڪڙي پتي به نٿي ملي ۽ سموري جو
سمورو پنو، سمورا سرڪاري ۽ خانگي اشتهار اردو وارن

[٩٩]

کي ملن ٿا. اسين هڪ ڀيرو وري مطالبو ٿا ڪريون
ته سيني سنڌي رسالن کي ڊڪليئريشن ڏنا وڃن، ڀلو
ڏنو وڃي، اشتهار ڏنا وڃن، اهو اسان جو حق آهي-
سنڌي قوم جو حق آهي.

[ماهوار ”تحريڪ“ - آڪٽوبر ١٩٧٣ع]

# "سنڌوديش" اکر خلاف واويلا جي آڙ ۾ ننڍڙو ڀارت ڊاهڻ بند ڪريو.

جنگ ۾ حملو ڪندڙ فوجون ايڪ لاءِ دونهين جا
گولا استعمال ڪنديون آهن. جن جي ڪري اڳئين
کي سماڻ ئي ڪونه پوندو ته سندس خلاف ڪهڙو
گهات ٿيو ڪهڙي جي. ڀارت کان آيل يا اتان کان موڪليل
سازشي ٽولو "سنڌو ديش" خلاف واويلا مچائي ان جي
آڙ ۾ چپ چاپ هڪڙو ننڍڙو "پناهگير پرديش" ٺهو
ٺاهي. اهو پرديش اصل ۾ هڪڙو ننڍڙو ڀارت هوندو.
سڀ ڪم رٿيل آهي ۽ ڊاڪي ۾ ڊاڪي ٿيو ٿئي ۽
ٻهرين ٻه ڊاڪا. ٻه ٻاڻ ۾ مليل ٽولا هڪڙا چون
"ڪراچي صوبو کپي." ٻيا شريف ٿيو چون ته "نه
اسان کي فقط ڪراچي شهر لاءِ شهري سهوليت مهيا
ڪرڻ لاءِ اندروني اختياريون کپن." اهو ڊاڪو آهي
"ڪراچيءَ کي کليل بندر ٺهرايو" چوٿون ڊاڪو آهي
ته "ڪراچي ۾ دست اندازي نه ڪريو" پنجون آهي
ته "پلا امين آزاد ٿا ٿيون" روس ۽ ڀارت سان سمنڊ
جو ڪارو پاڻي. منو ڪري ڏيڻ جي بندوبست جون
ڳالهيون ٿي ويون اٿن. روس، آمريڪا ۽ ڀارت کي
چون "توهان جو صوبو ٺهنداسون، پاڪستان ختم ڪري

ڏينداسون.“ روس کي چون ٿا. ”نهيل نکيل بندر ٿا ڏيون.“ آمريڪا کي چون ٿا ته ”توهان جا پيدا پانها ٿي رهنداسون.“ بلوچ سردارن کي اڳ ئي انجام ڏنو اٿن ته ”ڪراچي بلوچستان جي حوالي ٿا ڪريون.“ وڌن ڳالهيون هلائڻ وارن جي ڪوٽ ڪانهي. ساڳئي گهر جو هڪڙو ڀاتي دهلي ۾ ”مها پارٽي“ ٺيو ويٺو آهي. ته ٻيو لنڊن ۾ ”انگريز“ ٿيو ويٺو آهي. ٽيون واشنگٽن ۾ آمريڪا جا گڻ پيو ڳائي ته چوٿون ماسڪو ۾ ”مها انقلابي“ ٺيو ويٺو آهي. پنجون پيڪنگ ۾ ”ثقافتي انقلاب“ جو قصيدو پيو پڙهي. سرڪار ڪي ”سنڌو ديش“ وارن کي ڪاٽ ۾ وجهڻ، بلوچن جو ڪوس ڪرڻ جو ڪم سونپي ڪيس اوڏانهن سنهن ڏيئي هي پنهنجي ڪم کي لڳا پيا آهن. سنڌي عوام جو مطالبو آهي ته هاڻي ”سنڌو ديش“ جي اکر کي ڪافي استعمال ڪيو ويو آهي. هاڻ نئين پارٽي صوبي ”پناهگير پرديش“ ناهڻ وارن جي به ڪجهه خبر وٺو. ته قصو ڪٿي پهچائي ڇڏيو اٿن.

## اچو ته پاڻ به سوچيون!

اسان سنڌين ۾ به اخلاقي جرات هئڻ کپي ته پنهنجي ڪم جي ڍنگ تي ويهر غور ڪريون. سگهون ٿا سگهي ۾ نڀيون نه هئون. اهو چوڻ ڪافي ناهي ته اسان سنڌ تي ساهه ٿا ڇڏيون. ساهه به ڪنهن حساب

ڪتاب، ڪنهن رمز، ڪنهن ڏاهپ، ڪنهن رستي سان ڏيو ته سنڌ کي فائدو رسندو. نه ته نادان دوست کان دانا دشمن ڀلو. عام قانون جو اصول آهي ”جو گهڻي خبرداريءَ ۽ احتياط کان سواءِ ڪيل ڪم ايڪ نتيجي وارو ڪم نه ليکبو.“ سنڌي وڏڙا به چئي ويا آهن ته ”ليکو پڌي پوءِ لٺ هٿ جي“ - ”اهو سون ئي ڪهوريو جو ڪن چني.“

اسان کي گهڻي غور ڪرڻ کان پوءِ به سمجهه ۾ نٿو اچي ته سنڌ جي سنڌي نالي ۾ ڪهڙي خرابي آهي جو ان کي هروڀرو مٽائي هندي نالو ڏيئي ”سنڌو ديش“ ڪريون. ڇا سنڌي عوام کي سنڌ بدران ”سنڌو ديش“ جو نالو وڻندو؟ اسين پڇيون ٿا ته آخر سنڌي نيٺ ۾ ڪهڙو عيب آهي جو نالو مٽائي ”سنڌو ديشي“ ٿيون. خاص ڪري سنڌ ۾ محترم جي ايم سيد ۽ سندس نمائندو جناب ظفر علي شاهه پڻ لکت ۾ چئي چڪا آهن ته ”سنڌو ديش جو مطلب ساڳيو سنڌ آهي، ٻيو ڪجهه به نه.“ نئين ٽهيءَ پارن کي هڪدم وڏو ٿيڻ جو شوق هوندو آهي. اهو شوق پورو ڪرڻ لاءِ هو وڏن جا سانگ رچائيندا آهن. ڪوڙ ڳالهائيءَ ۽ ٻيءَ، ماڻهو ٿيندا آهن، ڪنڌيون ڦرڻائيندا آهن. چور، پوليس وارا ۽ بادشاهه ٿيندا آهن.

ڪڏهن ڪڏهن ڪمزور طبقن يا قومن جا ماڻهو به اهي سانگ ڪندا آهن ۽ ڪوڙ ڳالهائيءَ جا وڏا ۽

شاندار ڪارناما ڪندا آهن. ٻارن کي ڏسي ته هر ڪو
ٻهڳو کلندو آهي. هر قوم کي اهو سانگ اڪثر اچيءَ
۽ پڄي ويندو آهي.

بنگالي پاڪستان ۾ اڪثريت ۾ هئا. پنجابي پناهگير
زميندار، سرمائيدار سامراجين ۽ سندن فوج کان هزار
ميل ٽريل هئا. وچ ۾ سمنڊ ۽ ڀارت هئا. ڪين ظلم
خلاف منظم قومي جدوجهد جو تاريخي تجربو هو.
مڙس ماڻهو وچون طبقو هو. منظم ۽ مجاهد قومي
جماعتون ۽ تنظيمون هيون. وطن سان وفادار دانشور ۽
ملازم طبقو هو. پنهنجي فوج هئين ته به پڇاڙيءَ تائين
چيائون پئي ته ”اسان کي خودمختياري کپي. اسان
کي الڳ ملڪ ڏهڻو ڪونهي.“ مجيب آخري دفعي
قيد ٿيڻ تائين به ”بنگله ديش“ جي پڙڪ ٻاهر ڪانه
ڪڍي. ان کان پوءِ به ڪين لکين ماڻهو قربان ڪرڻا
پيا. رت ۾ وهنجڻو پيو. ڀارت نئو مهينا گهوڙا گهوڙا
ڪئي ۽ تياري ڪئي. تنهن کان پوءِ به وڏو جنگ
ٿيو. راڄ گڏ ٿيا. آمريڪي ۽ روسي بحري ٻيڙا حرڪت
۾ آيا. ذري گهٽ جنگ عظيم ٿيڻ واري هئي. تڏهن
مس مس وڃي ”بنگله ديش“ ٺهيو، ۽ بنگالين جي لئي
ٿي وئي.

اسان جي ۽ بنگالين جي جاگرافيائي، تاريخي،
سماجي ۽ سياسي حالتن ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. اسين

جيڪڏهن چاهيون ته به هنن حالتن ۾ في الحال بنگله ديش وارن سان ٽڪر هڻي نٿا سگهون ۽ اسان جي اچي دل ٿي ته اسان جي به هڪدم بنگالين جهڙي لٺي ٿئي. وڏيڪ نه ته به اسين ڪرڙ ٻچائي ۾ ساڻن ٽڪر هڻي وٺون. تنهنڪري اسان هڪدم ”سنڌو ديش“ جو اعلان ڪري ڇڏيو ۽ بنگالين ڏير ڪئي. سمورو ڪم تيار ڪري ٻوءِ نعرو هنيائون. اسين انهن کان ڳوءِ کڻي وياسون. اسان تياري پياريءَ جي ڪاڻ ڪانه ڪري ۽ هڪدم چوڪ ۾ پنهنجو نعرو هڻي ڇڏيوسين. واه! واه! ٿي ويئي. اخبارن ۾ بيان آيا. فوٽا ڇپيا. نعرا لڳا. اسين ڪوڙ ڪوڙ ۾ هڪڙي عظيم قوم جا ”عظيم مجاهد سورما“ ٿي وياسين. هو ’بنگله ديشي بهادر‘ ته اسين ’سنڌو ديشي سورما‘.

مطلب ته اسان پنهنجو نالو دنيا جي سورهين ۽ سرفروش قومن جي لسٽ ۾ لکائي ڇڏيو ’ري ڪٽئي، ري وڻئي، پاڻ سيجڙي ٻسي‘! اهڙيءَ ريت اسان جو ڪم ٿي ويو. اسين پنهنجا نعرا هڻي، ڪم لاهي هاڻ ڪٺي ڄڃي اچي گهر سکي ٿيا آهيون. اسان جو ڪم ٿيو. پر دشمن جو به ڪم ٿي ويو. سنڌ دشمن کي چڱيءَ طرح خبر آهي ته همراه في الحال ڪهڙو وات جي لسٽ پيا وٺن. هو چاڻن ٿا ته جن کي اهڙا خطرناڪ ۽ ڪٺن ڪم ڪرڻا هوندا آهن سي پريس بيان ذريعي جهان ۾ پڙها ڪونه ڳوهائيندا آهن ۽ دشمن کي اڳواٽ

خبردار ڪري ڪيس مڪمل تياريءَ جو موقعو ڪونه ڏيندا آهن. ڳائڻ وارا اها سٽي اڙ ۾ ڳائيندا آهن:

آيل اڄ نه وسهان هنجون جي هارين،
آئيو آپ اکين ۾ ڏيھ ڪي ڏيکاريس،
سڄڻ جي سارين سي نه ڪي روئن نه ڇون ڪي.

پر دشمن کي ته پنهنجي قرات ۽ ڏاڙن تي پردو وجهڻ لاءِ پل کپندا هئا. هنن هڪدم رڙ ڪري ڪٿي سڄي سنڌي قوم کي نڙيءَ ۾ هٿ وڌو آهي. جي "خبردار! اب کهاں بچ کر جاسکتے ہو!". "سنڌو-ديش" جي اکر کي گهيٽ ۾ ڳوڙهي وانگر وجهي ڪٿي ڦيرايو اٿن. هنن اڳئي سنڌين جو پوٽ بند ڪرائڻ لاءِ وهڻ نئي ولوڙيا. ڪڏهن ڏاهر ۽ محمد بن قاسم کي قبر مان پئي اٿاريائون، ته ڪڏهن پارٽي سازشون پئي ايجاد ڪيائون. اندو گهري الله ڪان هڪڙي اک، هنن کي پئي ملي ويون. هاڻ وٽين سي ڏاڙا هئن، وٽين شو ملڪ پينگ ڪن، وٽين سي ڦلام ڪرائين، مجال جو اسين ڪجي سگهون! جيڪو ڪجي سو "سنڌو ديشي" ڏي اخبار ۾، هڻ ڪاٺ پرا سياسي ميٽنگون، جلسا جلوس ته پري رهيا رکيو "لطيف جو ڏينهن" به نٿا ملهائي سگهون. جلسو ٿيو ناهي ته پٺاهگير نقلي ترقي پسندن ميا ڀاڙهيل پر چار سورما اچي لڪاءَ ڪندا. "تنهنجو ديش منهنجو ديش، سنڌو ديش". سرڪار نامدار کي بهانو مليو، همراه پيا

ڪاٽ ۾، لطيف جو جلسو ٿيو ختم!

هاڻ تہ چار سنڌي پاڻ ۾ گڏ ويهي چانهن جو ڪوپ بہ هي نٿا سگهون نہ تہ پئي ڏينهن ورلس ۾ ايندو تہ "سنڌو ديشي هاءِ ڪمان ڪا چار روزه اجلاس- ختم .... پارٽي نمائندون ڪي شرڪت .... بغاوت جي تاريخ مقرر هوگئي .... عنقريب مهاجرون پنجابيون ڪا قتل عام شروع ڪيا جائي گا ...." ٽئين ڏينهن اچي سرڪاري وارنٽ نڪاڻ ڪندو ۽ راڄ سڄو ڪاٽ ۾ هوندو. ظاهر آهي تہ اسان جي اها نيت ڪانہ هئي. پر عملي طرح "سنڌو ديش" جو اکر في الحال ڪم ٿي سنڌين جو گلو گهٽڻ جو ٿسو ڏئي. پنجابي ۽ مهاجر سازشين جو سڀ کان سازشي دماغ ۾ سنڌين جي مُرلي بند ڪرائڻ لاءِ هن کان وڌيڪ ڪو ٻيو نسخو مشڪل ايجاد ڪري سگهي ها. درحقيقت جي سچ پچ "سنڌو ديش" قائم ٿيڻ جو ڪنهن کي انديشو هجي ها تہ "سنڌو ديش" جي امڪان کي ڪچيءَ ۾ ئي ختم ڪرڻ جو هن کان وڌيڪ ٻيو ڪامياب طريقو ڪهڙو آهي جو ان بابت ڪچيءَ ۾ ئي ووءِ ووءِ ڪري دنيا جهان ۾ ان جون پڪارون وجهي ان ڳالهہ کي روڪڻ ۽ ڪچيءَ ۾ ئي ڪچلائڻ جو بندوبست ڪري ڇڏجي. جو تہ دشمن کي پٺ ڏيڻ کان سواءِ "جيئي سنڌ" جي محبل ۽ گڏيل قومي پليٽ فارم تي سڀ سنڌ کي وري متحد ڪجي، جو نہ پهچي جائز

هڻن ۽ آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪي ٽئين سر تيز ڪجي، ڇو نه ٽئين سر قومي صف بندي ڪجي ۽ ڏاهپ ۽ دانائيءَ سان اڳتي وڌجي؟ ڇو نه هڪڙي نئين پارٽي ٺاهي بدران سڄي قوم کي پاڻ سان وٺي هلجي. پس پيش به تنهن ڪم اهو ٿي ڪامياب ٿيندو، جنهن ۾ سڄي قوم شامل هوندي. پس پيش جيڪا ڳالهه سڄي قوم گهرندي ان کي ڪير روڪي سگهندو؟ اها ڳالهه ته هوندي به صاف پيئي آهي ته دنيا ۾ ڪوبه قانون، ڪوبه دستور، ڪابه فوج هن دور ۾ قومن کي زبردستيءَ، حراميپائي سان ڪنهن ٻئي جو غلام رکي نٿي سگهي. قومون فقط انصاف ۽ سچي برادريءَ جي بنياد تي ئي گڏ رهي سگهن ٿيون. زور جي مانٽي وارا زمانا ويا ۽ وري نه ايندا. اها ڳالهه صاف پيئي آهي جيڪو اها نٿو سمجهي سو يا ته بدمعاش آهي يا احمق. ان حالت ۾ پاڻيءَ کان اڳ ڪپڙا لاهي، اجايو پاڻ کي ڏنبو ڪرڻ ۽ خوامخواه دشمن کي ٻل ڏيڻ جو ڪهڙو ضرور؟ اچو ته وري به سوچيون.

## اشوڪ سنڌي گم، مظفر پارٽي موجود!

اشوڪ سنڌي گم آهي، پوليس چوي ٿي "ڊي ايس پي جي آفيس مان رات جو پڇي پارٽ هليو ويو آهي." پوليس کي پورئون ته ڪشف ٿيو هوندو، پيو يا ڪيس هٿ سان پارٽ جو بارٻر ٽپايو هوندوَن يا ٿيو پارٽ سرڪار

کان پڇا ڪرائي هونداوَن تہ "برابر ٻهتو" چوٿون پا
وري اتي وچي ڪيس جيترو ڏسي آيا هوندا. پنهنجن
ڳالهہ تي نٿي سگهي. جيستائين پوليس انهن چئن ڳالهين
سان هڪڙي ڳالهہ تي هٽ رکي، تيستائين ماڻهو
چوندا رهندا تہ "اشوڪ سنڌي کي پوليس عذاب ڏيئي،
چيچلائي ماري سندس لاش گم ڪري ڇڏيو آهي.
پٺي پاسي پارٽ کان آيل نواب مظفر جنهن کي پڊوسين
تہ سرڪار نامدار ريجڻائي ريجهائي، سندس وات منهو
ڪرائي، مات ڪرائي آهي سو هاڻ ڪاٿي پي،
اوڳرائي ڏئي، وري شروع ٿي ويو آهي.

اشوڪ سنڌي پنج هزار سالن کان سنڌ ۾ پاڪستان
وطن جو رهندڙ هو. ان کي پاڪستان ڇڏي پارٽ پڄي
وڃڻ لاءِ ڪهڙو سبب ٿي سگهي ٿو؟ پارٽ جي آکير
تہ نواب مظفر کي لڳڻ ڪپي ها جو پارٽ کان آيل
آهي. جي پارٽي شهرن پويان لکنوي، دهلي، رامپوري
سڏائڻ ۾ حرج ڪونهي تہ انهن حضرات کي ڳڏي
سڏي هڪڙي اکر ۾ پارٽي سڏي سگهجي ٿو. انهيءَ
حساب سان اشوڪ سنڌيءَ بدران مظفر پارٽي پارٽ
پڄي وڃي ها تہ ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ها. اشوڪ سنڌيءَ
جو پارٽ پڄڻ سمجهہ ۾ نٿو اچي. سنڌ دشمن ٽولو سنڌ
کي "پناهگير پرديش" بنائڻ لاءِ ڪئين اسڪيمون هلائي
رهيو آهي. هڪڙي اسڪيم آهي سنڌين جي آبادي
گهٽائڻ ۽ غير سنڌين جي آبادي وڌائڻ جي. سنڌ ۾

رهندڙ پنجابين ۽ پٺاڻن جا ٻه پاڙ وارث ڀنيا آهن. بلوچن کي چون ٿيا ته "اوهان سنڌي ناهيو" باقي رهيا. غير بلوچ سنڌي. انهن جو تعداد گهٽائڻ لاءِ وٽ وٺان ۾ لڳا پيا آهن ته "هندو سنڌ مان ڪڍيو" ٻي طرف "پارٽي ۽ بنگلا ديشي ٻهاري سنڌ تي مڙهيو" مطلب سنڌي ڪڍيو. پناهگير آڻيو. پوليس ۾ سنڌي آهن. تن کي ماڻهو مارڻ ۽ رشوتن وٺڻ کان واندڪائي ڪانهي جو سوچين ته دشمن جي چال ڇا آهي. پيا آهن پيا. بني ته اهڙا وجهه. پيا ڳولين ته مفت ۾ غازي ٿيون ۽ سنڌين جو به گهر مسيت ڪريون.

هي سوال اشوڪ جي غائب ٿيڻ جو ڪونهي. سنڌين جي غائب ٿيڻ جو آهي. اڄ اشوڪ سنڌي غائب آهي. سڀاڻي پيا سنڌي غائب ڪيا ويندا. ڪن جو ڏس پارت طرف ڏيندا ته ڪن جو روس، چين ۽ افغانستان ڏانهن، واٽيا پڇائي پوءِ مُسلا پڇائيندا. تان جو ڪنهن ڏينهن پوليس اعلان ڪندي ته "جي ايم سيد جيل ٽوڙي درياه ٽپي دهليءَ اڏامي ويو، رسول بخش پليجو چين يا روس ويو. ٻئر سنڌي آمريڪا ويو، اياز جو انگلنڊ ۾ ڏس آهي." هيءَ معمولي ڳالهه ڪانهي. سنڌ جي وجود جو سوال آهي. جيستائين پيو قطعي ثبوت نٿو پيش ڪيو وڃي، تيستائين هي واقعو پڇڻ جو نه پر وحشيانه قتل جو واقعو سمجهڻو پوندو. واسطيدار عملدارن کي گرفتاري ڪري مٿن قتل جو مقدمو هلائڻو

ھوندو. اشوڪ کي واڳيو ڇڏي، ٻارت موڪلي، سندي قوم جي اکين ۾ ڌوڙ ڏئي وجھي سگھجي. اشوڪ سندي جي سڄي سندي قوم وارث آهي. قومون پنھنجن ٻچن بابت اھڙا واھيات بيان ٻڌڻ لاءِ تيار نہ ٿينديون آھن. ھن قوم کي سولي ۽ معقول سمجھاڻي گھرجي.

[ماھوار ”تحريڪ“ - نومبر ١٩٧٣]

# نئون قانون

ڪجهہ وقت اڳ عوام سان انجام ڪيو ويو هو
تہ ”اڳوڻي پراڻي پاڪستان جي جاءِ تي هڪ نئون
پاڪستان بنايو ويندو؟“ اهو نئون پاڪستان ڪهڙو هوندو؟
تنهن بابت عوام کي قسمين قسمين اميدون ۽ انديشا
هئا. ڪن کي اميد هئي تہ عوام دشمن ڦورن، اسلام
۽ نظريہ پاڪستان جي آڙ ۾ ٢٦ سالن کان پاڪستان
تي جيڪو ڦرلٽ، مڪر ۽ بدمعاشيءَ جو نظريو مڙهيو
هو، جنهن کان بيزار ٿي ڪروڙين بنگالي مسلمان
دانهون ڪري، پاڪستان کان ڇڄي ويا سو ختم ڪيو
ويندو. باقي رهيل پاڪستان جون ڦريل ۽ ڦرجندڙ ڌريون
بہ بنگالين وانگر دانهون ڪري ڇڄڻ جون واهون نہ
کولين، انهيءَ لاءِ ماڻن وهنوار ڪيو ويندو ۽ سندن
گهر جي ڌڻن تي سندن حق تسليم ڪيو ويندو. اهو
فقط تڏهن ممڪن هو، جڏهن پاڪستان جي نالي ۾ ڌاڙن
هڻندڙن جي ڪس بند ڪرڻ لاءِ سڀني ڌرين جي قومي
وجود کي تسليم ڪري، کين پنهنجي گهر جو ڌڻي
ڪري، قبول ڪيو وڃي. ڪن سمجهيو ٿي تہ بنگال جي
دردناڪ واقعي مان سبق سکي، اهڙي صحيح ۽ سمجهداريءَ

وارو ڪس ورتو ويندو. شروع ۾ صوبائي خودمختاري ملڻ بابت، جيڪي ڳالهيون ڪيون ويون؛ تن مان ائين ٿي نظر آيو ته نئون پاڪستان آهستي آهستي انهيءَ صحيح رخ ۽ طرف ڏانهن وڌي رهيو آهي. پر سڀ ٿي آهي اميدون ناڪام ٿينديون نظر آيون: ٻهريائين نئين دستور ۾ قومي تضادن کي تسليم ڪرڻ جي ڳالهه لنوائي ڇڏي ويئي. هاڻ هڪ آرڊيننس ذريعي پاڪستان اندر ڌار ڌار قومن جي وجود تسليم ڪرڻ کي باقاعدي هڪ قانوني ڏوهه ٺهرائي ڇڏيو ويو آهي. اها بندش پڻ اکرن ۾ وڌي ويئي آهي. پر ان جا خراب نتيجا پڻ اکرن ۾ بيان ٿي نه سگهندا. اسان سنڌي اها دعوى ڪندا رهيا آهيون ته 'سنڌ جون زمينون، درياهه، گذر جا وسيلا، مال ملڪيتون، ٻولي، ثقافت ۽ ٻيون سڀ پياريون ۽ قيمتي شيون ۽ ڳالهيون اسان جي ملڪيت آهن. انهن تي اسان جو ئي حق آهي. اهو اسان جو ابائو ورثو آهي. ٻئي ڪنهن کي بہ حق ڪونهي، جو اسان کي انهن کان محروم ڪري.' اها دعوى اسين انهيءَ ڪري ڪندا آيا آهيون ۽ انهيءَ ڪري، ڪري سگهيا آهيون، جو اسان جو اهو ويساهه ۽ اسان جي اها دعوى ٻڌي رهي آهي ته 'اسين هڪ تاريخي قوم آهيون.' هاڻ قانون جي هنن پن سٽن ۾ اسان جي انهيءَ دعوى کي غلط، باطل ۽ خلاف قانون ٺهرايو ويو آهي.

## اوهين آهيو ڪير؟

موجوده صورتحال هيءَ آهي ته هاڻ جيڪڏهن اسين چئون ٿا ته "اسان جون فلاڻيون زمينون، فلاڻا گذر جا وسيلا ۽ فلاڻا حق اسان کي موٽائي ڏيو، ته اڳيلو هڪدم اسان کان سوال پڇندو ته "اوهين آهيو ڪير؟" جي چئون ٿا ته "اسين سنڌي قوم آهيون" ته داد فرياد بجاءِ خود، سدا ڪاٺ ۾ هنيا ويندا سين. نتيجو اهو نڪرندو، جو اسين پنهنجي ڪنهن به نيڙ ڌرتيءَ لاءِ ڪا دعويٰ ڪري يا ڪو حق جتائي نه سگهنداسون. اهڙيءَ ريت سنڌ جي ڌرتيءَ ۽ ان جي سمورين نعمتن ۽ ملڪيتن تان اسان جا حق واسطا ۽ حجتون رد ۽ باطل ٺهرايون ويون آهن. اسان جو سنڌ ڌرتيءَ بابت تاريخي رڪارڊ ۾ پيل ڪاتو، قلم جي هڪڙيءَ ليڪ سان ختم ڪيو ويو آهي. اسان جي ڌرتيءَ ۽ اسان جي گهر جي نيڙن تي جيڪي به ناجائز قبضا، جدا دخليون، ڦريون ۽ ڌاڙا هيستائين لڳي چڪا آهن، سي هن قانون سبب سڀ جائز ۽ قانوني صورت اختيار ڪري ويا آهن. جو ته هاڻ انهن ڏوهن بابت اسين ڪابه داد ڪوڪ ڪرڻ کان خارج ٺهرائجي چڪا آهيون.

### قانوني مال غنيمت!

هن قانون موجب سنڌ جو مال ۽ سندس نيڙ مڄي جنگ لاءِ مال غنيمت ٺهرايا ويا آهن. ته رکيو هتي پاڪستان ۾ رهندڙ ڪوبه ماڻهو ٻاڻ کي پاڪستاني

سڏي، آن مان جيڪي ڦباڻي سگهي، سو ڦباڻي سگهي ٿو. پر ڪو لنڊن، ڪئناڊا، آفريڪا يا ڀارت ۾ رهندڙ ماڻهو به بهارين وانگر پاڻ کي مسلمان ۽ پاڪستاني سڏائي، پاڪستان تي پنهنجو حق ڄڪائي، سنڌ جي ڪنهن به زمين ۽ گذر جي ڪنهن به وسيلي تي قبضو ڪري سگهي ٿو. جيڪو به اعتراض ڪندو تنهن کي هن آرڊيننس موجب ڦيرائي گهيرائي، وٺ سٽ ڏيئي مجرم ثابت ڪري سگهجي ٿو.

مطلب ته هزارين سالن کان وٺي اڄ تائين، اسين دودي، هوشو، هيمون ماڻي بختاور ۽ لطيف جي نقش قدم تي هلندي، پنهنجي اباڻي ورثي بچائڻ لاءِ جيڪا جدوجهد ڪندا رهيا آهيون، سا پاڪستان جي هن چوويهين سال ۾ قانوني طرح ناجائز ۽ خلاف قانون ٺهرائي ويئي آهي.

هيءُ آرڊيننس، خاص ڪري آن جو قوميتن کي غير قانوني ٺهرائڻ وارو حصو، پاڪستان لاءِ هرگز هرگز فائديمند ثابت نه ٿيندو. هيءُ آرڊيننس پاڪستان جي قومي مسئلي جو نه رڳو صحيح حل ناهي، پر بلڪل غلط ۽ قطعي نقصانڪار حل آهي. اهو رواجي عقل، تاريخي ۽ جاگرافيائي حقيقتن جي به سراسر خلاف آهي. مثال طور هن قانون موجب هتان کان هزارين ميل پري هندستان جي هڻ چيڙي وارو بهاري يا يارني مسلمان ڪلوڙ سياڻي جيڪڏهن ڪٿان کهٽ ڏيئي، بارڊر ٽپي، اوچتو

هتي اچي نڪري ته هتي قدم رکڻ شرط اهو ڪلوو ۽
منچر ڍنڍ تي صدين کان بکن ڏکن ۾ رهندڙ ڪابگل
مهاڻو ٿي ويا پاڻ ۾ هڪ قوم! باقي ڪانگل ۽ سندس
صدين جا پاڙيسري مهاڻا، ڪوسا، خاصخيلي، رند، سما
سڀ پاڻ ۾ ڪجهه به ڪولهه ٿيا! گهٽ ۾ گهٽ نيپ
ڏناڻون ته ٿيا پاڪستاني!

سوال آهي ته قومن کي بچائڻ ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ قومن
جي وجودن کي ختم ڪرڻ فائدي وارو ۽ ضروري آهي
يا پاڻ انهن کي تسليم ڪري هر هڪ کي پنهنجو
جائز حق ڏيارڻ فائدي وارو ۽ ضروري آهي؟ دنيا جي
ٻن عظيم ۽ مضبوط ملڪن روس ۽ چين جو مثال وٺو!
روس ۾ سرڪاري طرح سؤ کان مٿي قومن جي
وجود کي تسليم ڪيو ويو آهي. کين قانوني ۽
دستوري حق ڏنو ويو آهي ته "جڏهن چاهين، تڏهن
ڪڏيل سوويت سرڪار کان الڳ ٿي وڃن!" ڪي
ايڏيون ته ننڍڙيون قوميتون به تسليم ٿيل آهن، جو
انهن جي آبادي اسان جي تعلقي يا ضلعي جيتري به
مس ٿيندي! انهن کي به انهي جدا علائقي جو وارث
تسليم ڪيو ويو آهي. چين ۾ غير چيني قوميتون نالي
ماتر ۽ انهي ۾ لوڻ برابر آهن. اهي اڪثر جبلن جي
جهڳن ۾ رهندڙ قبائلي آهن. ڪن ته جبلن ۽ پيلن
کان ٻاهر واري دنيا ڏٺي ته ڇا ٻڌي به ڪانهي. پر
چيني سرڪار انهن کي جبلن، پيلن ۽ پٽن مان ڳولي

کولي هٿ ڪري پنهنجا خودمختار صوبا، علائقا ۽ ضلا
ڏئي ڇڏيا. ڪٿي ڪٿي ته خودمختار تعلقا به ڏنا ويا آهن.
ماتوزي تونگ جو سرڪاري لقب آهي ”چين جي مڙني
قومين جو اڳواڻ“ هو چين جي عظمت جو هڪڙو ڪارڻ
اهو ٿو ٻڌائي ته ”چين جي سمورين قومين جي وچ ۾
اتحاد مضبوط آهي.“ روس ۽ چين اهڙي قومين کي
به قومي خودمختاري ڏني آهي، جن وٽ پنهنجي
الف ـ ب به ڪانه هئي. انهن کي الف ـ ب ڏيئي پڙهائي
ماٿهو ڪري، کين ٻڌايو ويو آهي ته ”اوهين هڪ
الڳ قوميت آهيو. هي اوهان جو الڳ قومي علائقو
آهي. ان تي ڀرپائين اوهان جو حق آهي!“
چا ان ڪري روس ۽ چين ڪمزور ٿيا آهن؟ کين
بگهڙ کائي ويا آهن؟ هو دنيا جي ڪلن ڪان ڪمزور
آفتن ۽ عذابن مان لنگهيا آهن ۽ سندن وار به ونگو
نه ٿيو آهي. ڇو؟ چو ته هنن تاريخي حقيقتون تسليم
ڪيون. انهن کان پڳا ڪونه هنن بي ايماني نه ڪئي،
سچائيءَ کان ڪم ورتائون. اڄ ان سچائيءَ جو بدلو
کين ملي پيو.
ٻئي طرف انگريز، فرينچ، ڊچ ۽ ٻين سامراجين
ايشيا، آفريڪا جي عظيم قومن جا نالا ميساري، کين
”ديسي“ سڏيو. ڪن ته مور کو آفريڪا ۽ ايشيائي
قومن کي چيو ته ”اوهين فرينچ آهيو. پورچوگيز آهيو.
اوهان آفريڪي، ايشيائي ناهيو.“ پوءِ؟ تاريخ چا ڪيو؟

اڄ اهي هيءَ ڳالهه ته ڪوڙ جا ڪوٽ ڪٿي آهن؟ اڄ عظيم قومون پوري به دنيا ۾ اوچو ڳاٽ ڪريو بيٺيون هلن ۽ سامراجي ڪوڙن جي منڊن ۾ ڏوڙ پٽجي ويٺي آهي ۽ هو لاچار منهن کي تسليم ڪريو بيٺيون پوليون پيا پولين. تاريخي سچائين جي منهن کي ترڪ ڪرڻ جي ڪوشش هميشه اجائي ثابت ٿي آهي. عقل جي ڳالهه اها آهي ته پاڪستان ۾ تاريخي سچائين کان ڪوهيون ڏيڻ ۽ قانوني قدمن جي واريءَ ۾ شتر مرغ وانگر منهن لڪائڻ جي پاليسي ترڪ ڪئي وڃي. اهي اٽڪلون سڪلون مان چوڌري غلام محمد، چوڌري محمد علي، اسڪندر مرزا، ايوب، يحيٰ، مودوديءَ کي کهڙو هڙ حاصل ٿيو، جو هاڻي حاصل ٿيندو؟ اهي سڀ ڦلهيار ۾ ڦوڪون ثابت ٿيون. جيڪا ڳالهه جيئن هئي، تيئن وڃي بيٺي. ساڳيءَ طرح هاڻ به هن قسم جي قانوني حرفتن وسيلي عوام مان چالاڪي يا گڏي ڪرڻ جي پاليسي به پس پيش آوس ناڪام ٿيندي.

جلد يا سويل عوام هن آرڊيننس ۾ جيڪا رجعت پرست ۽ غير جمهوري ذهنيت سمايل آهي ته تنهن کي چڱيءَ طرح سمجهي ويندا ۽ آهستي آهستي ان جي خلاف منظم ۽ بااصول جدوجهد هلائي، ان کي ناڪام بنائيندا. انهيءَ ڪري اسين پوري خلوص ۽ خيرخواهي سان مطالبو ٿا ڪريون ته هن بنيادي مسئلي تي ايوب خان

۽ مودوديءَ جي پٺ وٺڻ جي پاليسي ترڪ ڪري
پاڪستان جي مظلوم ۽ ستايل عوام سان پوري ليڪ
۽ وهنوار ڪرڻ واري پاليسي اختيار ڪئي وڃي. انهيءَ
۾ ئي سيني جي عزت آهي. اها ئي پاڪستاني عوام
جي بڌيءَ، مضبوطيءَ ۽ ڀلائيءَ جي واٽ آهي. ٻي
واٽ فقط تفرقي، ڏفير ۽ فاشزم ڏانهن وٺي ويندي
سيني کي تباهه ڪندي. اسان جي صلاح آهي
ته هن آرڊيننس جي قومن واري فقري تي ٻيهر ويچا
ڪيو وڃي ۽ قومي اسيمبلي ان ۾ گهربل ترميم
ڪري، قوميتن جي وجود تسليم ڪرڻ تان بندش
ڪڍي ڇڏي ڪري.

## چهبڪ!

ٻئي طرف اسين پنهنجي سنڌي عوام کي ڪج
چوڻ چاهيون ٿا: اسان کان قوم سڏائڻ جو حق قانون
طرح کسيو وڃي، سا ڪا معمولي ڳالهه ڪانهي. ا
ڪنهن سبب کان سواءِ ٿي نه ٿي سگهي. اسان ک
سبب اهو نظر اچي ٿو ته اسان باوجود چڱيءَ موچاري
شروعات ڪرڻ جي، هڪ قوم ٿي ليکجڻ بابت پنهنج
دعوي عملي طرح ثابت ڪري ڪونه سگهيا آهيون
اسان کي تاريخ طرفان جيڪي گهڙيون عقل ۽ ڏاهپ
کان ڪم وٺي، ڪئين محنت ڪري، بڌيءَ ۽ تنظ
ناهڻ لاءِ مليون هيون، سي اسان ٻاڙ پڏائڻ، هڪ

جي ڳالهين ڪرڻ، خسيس ذاتي فائدن وٺڻ، ننڍڙن
ٽولن ٺاهڻ ۽ عوام تي آڪڙ ڪرڻ تي زيان ڪري
ڇڏيون. اڄ اسان وٽ چوطرف فقط ليڊر ئي ليڊر آهن.
هاري ليڊر، شاگرد ليڊر، قومي ليڊر، ادبي ليڊر وغيره
وغيره! پر پليان ڪجهه به ڪونهي. نه نظريو، نه پڌي
۽ نه تنظيم.

هي غير جمهوري آرڊيننس اسان جي لاءِ هڪڙو
چهبڪ آهي. جيڪڏهن اهو چهبڪ کائي، اسان سجاڳ
ٿيانسين ۽ پنهنجا فرائض پورا ڪياسون، ته چئبو ته اسان
کٽيو، هارايو ڪونه.

قومن جي زندگيءَ ۾ لاهيون چاڙهيون اينديون
رهنديون آهن. هن عارضي شڪست سبب اسان کي
هرگز مايوسي ٿيڻ نه کپي ۽ هٿيار ڦٽا ڪري، قوم
کي گاريون ڏيئي، وري پنهنجي پيٽ پوڄا جي ڌنڌي
۾ لڳي وڃڻ نه کپي. نڪي زالن وانگر سڪٽي ميڪ
ميڪ ڪري پنهنجي محنت جو ماتم ڪرڻ کپي. اسان
جيڪڏهن مڙس ماڻهو ٿي، حالتن جو مقابلو ڪيو ۽
پنهنجا فرض ادا ڪيا ته پوءِ هي عارضي مشڪلاتون
يقيناً ختم ٿي وينديون ۽ وقت جي واڳ وري اسان
جي هٿ ۾ اچي ويندي.

ڏونگر ڏکوين تي ٽپي ڪنڌين ڪره،
تون جي پهڻ پمپ جو ته لڳ ۾ منهنجا لوهه.

## مذهب جي آڙ ۾ سنڌين ۾ ويڇا نه وجهو!

پاڪستان جي دستور ۾ روءِ زمين جي انساني حقن
جي تسليم ٿيل دستور موجب، هر سرڪار جي سڀني
باشندن کي هڪجهڙيون ذميواريون ۽ هڪجهڙا حق
حاصل هئڻ کپن. البت هيٺين ۽ ڪمزور ٽولن ساڻ اها
رعايت ڪري سگهجي ٿي ته ڪين سنڌن فائدي لاءِ
ڪي رعايتون ڏنيون وڃن. جهڙوڪ: اليڪشن ۾ تعليمي
سهولتن ۾ نوڪرين وغيره ۾ خاص ڪوٽا وغيره.

پاڪستان جا ازلي دشمن سنڌين جي زور ڀڃڻ ۽
کين پنهنجي گهر ۾ بي گهر بنائڻ لاءِ ڪئين گهاٽ
گهڙيندا رهيا آهن. هندو سنڌي انهن سازشين جي سازش
جو خاص ۽ دلپسند نشانو پئي رهيا آهن. سنڌ جا مائٽو
انهيءَ سازش کي ناڪام بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪندا
رهيا آهن. تازو ميڊيڪل ڪاليجن ۾ داخلا لاءِ ڪوٽائون
مقرر ڪيون ويون آهن. ان ۾ هندو سنڌين لاءِ ڪوٽا
مقرر ڪيون ويون آهن. ظاهري طرح اها سنڌن حقن
جي حفاظت ڪرڻ لاءِ مٿن مهرباني ڪئي ويئي آهي،
پر ان مهربانيءَ جي آڙ ۾ حقيقت ۾ هڪڙي تمام
وڏي بي انصافي لڪل آهي. هندو سنڌين ڪڏهن به
الڳ ڪوٽا جي گهر نه ڪئي آهي. الڳ ڪوٽا ساڻن
مهرباني نه پر مٿن چٺي آهي. اها چٺي انهن تي انهي
ڪري وڌي ٿي جو هو هندو آهن. مذهب

بي بنياد تي ڪٿهن به پاڪستانيءَ کي سندن جائز
حقن کان گهٽ حق ڏين، پاڪستان جي دستور موجب
ڏوهه آهي. اها ڏوهه جهڙي ڪاروائي فوراً بند ڪئي
وڃي. هندو سنڌين ۽ مسلمان سنڌين جي وچ ۾ زوري
پيدا ڪيل فرق ختم ڪيو وڃي، ۽ هندو سنڌيءَ کي
مسلمان سنڌيءَ جهڙا ئي جيترا حق ڏياريا وڃن. اها زور
جي مڙهيل مهرباني موٽائي وڃي.

[ماهوار "تحريڪ" - ڊسمبر ١٩٧٣ع]

# نئون سال

اسان جي البيلي ۽ مستاني ڌرتيءَ خلاءِ ۾ ترندي، نچندي، ڦيريون پائيندي، املندي لمندي پنهنجي سج کي هڪڙو ٻيو ڦيرو ڏيئي ورتو.

انهيءَ هڪڙي سال ۾ ڌرتيءَ تي الائي ڇا ڇا نه ٿيو! الائي ڪيتريون ڌرتيون پنهنجن سجن جي گرد ۾ ڦيريون پائيندي رهجي ويون! الائي ڪيترين ڌرتين جا سج هميشه لاءِ لهي ويا ۽ ڪائنات سندن البيلا ۽ مستانا ڦيرا هميشه هميشه لاءِ وسري ويا! انساني دلين جي جهان ۾ الائي ڇا ڇا ٿي گذريو، هن هڪڙي سال ۾، هن ڌرتيءَ تي!

هونئن هي سال به اڳئين وانگر گذريو. هن سال به سج پنهنجي ڌرتيءَ کي روشني، طاقت ۽ گرميءَ جا اٿاهه خزانا سوڪڙيون ڪري ڏيندو رهيو. هن سال به ڌرتيءَ ۽ ان جي حلالي ٻچن، گرمين، سردين، پوسائن، واچوڙن، بارشن ۽ طوفانن ۾ پورهيا ڪري دولتن جا انبار پيدا ڪيا. گهر، محل ۽ ماڙيون اڏيا. علم، ڄاڻ، سونهن، ايڪي ۽ پيار جا خزانا خلقيا. هن سال به ڌرتيءَ جي حلالي ٻچن کي تنگيون، بکون، فاقا، گندگيون، بيماريون، بدصورتيون، نفرتون، بي‌عزتيون،

غلاميون، قيد، ڦاسيون، گوليون، بم ۽ راڪيٽ ٻلڪ ڀيا. هن سال ۾ ترقي جي تاڙيلن جاوا ڪيا. آڪڙيون ۽ خرمستيون، بدمعاشيون، دنگا فساد ۽ جنگيون ڪيون. مطلب ته هن سال ۾ اهو ڪي ٿيو، جيڪو لکن سالن کان ٿيندو اچي، پر هن سال رڳو اهو نه ٿيو. ڪجهه ٻيو به ٿيو. هن سال سڄي دنيا جي حرام خورن ۽ بدمعاشن جي لٽ ڀردارن جي گهر ۾ گهوٽالو وڌيو. سندن ڪچيءَ ۾ عوام جي غصي ۽ انتقام جو ڦندو وڌجي سوڙهو ٿيندو. سند ۾ به پيو نه ته به سنڌي عوام قيمتي سبق پرايا. ڪچا گهڙا ٻري پچي پيا. هاڻ ٻڪن جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي. هاڻي فقط رت ڏيڻ وارن، اورچ، سمجهو ۽ دانا ماڻهن جو ڪم رهيو آهي، نه ڪنهن ڪاٺ وارن يا نادان، احمق، تماشي ۽ چالاڪي باز ماڻهن جو.

نئون سال هڪ سان نوان رنگ لائيندو. نيون آسون، نيون آزمائشون، نيون ڪاميابيون، نوان چئلينج آڻيندو. عوام ضرور فاتح ٿيندو.

## ڏه اڪيائي بند ڪريو

نئين وزير اعليٰ اعلان ڪيو آهي ته "سنڌ ۾ رهندڙ سڀئي سنڌي آهن." ڪراچيءَ ۾ بار بار ٻاهيون ملڻيون، ماڻهو ماريا ويا، گوليون هليون، دڪان سڙيا، بسڪون لٽيون، عليٰ اعلان هٿياربند بغاوت ڪئي ويئي، سڀني

باغين، قزيون لنيون كندڙن، ڏاڙا هڻندڙن ۽ باهيون ڏيندڙن کي بار بار جلد وري ڇوڪ ڇڏيو ويو. تازو نيو دفعو ساڳئي علائقي ۾ بغاوت ٿي آهي ۽ نيو دفعو باغين ۽ مجرمن کي آزاد ڪيو ويو آهي. اڄ حالت ۾ سنڌ جي ماڻهن کي خسيس ۽ ڪوڙن الزامن ۾ جيلن ۾ ساڙڻ ۽ ڳارڻ يا گهرن ۾ نظربند رکڻ، سنڌ جي مختلف ماڻهن ۾ فرق ڪرڻ ناهي ته ٻيو ڇا آهي؟ سنڌي عوام جو مطالبو آهي ته سنڌي شاگردن، هارين، قومي ڪارڪنن ۽ ٻين مظلومن کي آزاد ڪيو وڃي، محترم جي ايم سيد تان پابنديون ختم ڪيون وڃن، سنڌي رسالن تان بندشون لاٿيون وڃن. سنڌ جي سمورن ماڻهن کي هڪ اک سان ڏٺو وڃي ۽ يڪ اڪيلائي بند ڪئي وڃي.

[ماهوار "تحريڪ" - جنوري ١٩٤٣ع]

# اهو ڏينهن به ايندو!

"تحريڪ" پنهنجي عقل ۽ سمجهه آهر سنڌي عوام جي خدمت ڪرڻ لاءِ پنهنجي اڳيان رهنمائي ڪندڙ اصول رکيا آهن. اها پنهنجي پهچ آهر انهن تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي رهي آهي.

انهن مان هڪڙو اصول هي آهي ته قومي رسالي کي سچ پچ قومي امانت ڪري ليکجي. ان کي ذاتي دوستيءَ يا دشمنيءَ لاءِ استعمال ڪرڻ قومي جرم آهي. نه رڳو ايترو پر جيڪا مخالفت حقيقت ۾ ذاتي ڪن سببن نه پر قومي عقيدن، نظرين، ۽ ڪن سبب هجي، اها مخالفت به جيڪڏهن ظاهري طرح "تحريڪ" سان واسطو رکندڙ ڪنهن هڪڙي ماڻهوءَ جي نالي تي ته ان باري ۾ به اڪثر نه لکيو ويو. ان ڪري "تحريڪ" سان واسطو رکندڙ ڪارڪنن کي سندن عقيدن، نظرين ۽ ڪم جي سزا ڏيڻ لاءِ ۽ کين بليڪ ميل ڪري، کين سنڌي عوام جي خدمت جي راهه تان هٽائي وجهڻ تي مجبور ڪرڻ لاءِ، سندن خلاف طرحين طرحين جون ٺٺوليون ڪيون ويون، بهتان مڙهيا ويا، افسانا گهڙيا ويا، ناٽڪ ڪيڏيا ويا، گاريون ڏنيون ويون، مگر "تحريڪ" کي جيڪو چپ جو امر هو، هوءَ ان

تي قائم رهي.

ڏکي فقيرن، مورڳون ٻني ماٽ جي!
مرجان چاليهہ چئي، سڳا سپرين جي!

اسان کي خوشي آهي جو اسان جي پڙهندڙن انهيءَ پاليسيءَ کي درست سمجهيو ۽ پسند ڪيو.

تازو اخبارن مان معلوم ٿو ٿئي ته ٺٽي ضلعي جي هڪڙي وڏيري، وزير اعظم پاڪستان اڳيان "تحريڪ" تي الزام هنيو آهي ته "اها هارين کي زميندارن خلاف ڀڙڪائي ٿي."

الزام، بهتان ۽ ملامتون "تحريڪ" ۽ تحريڪ وارن لاءِ ڪا نئين ڳالهہ ڪينهن. اهي ڪين ورثي ۾ مليا آهن.

سورن اسان ساڻ نئڙيئي نينهن ڪيو!
سر جي تان سور، ساماڻي تان سڪ ويا.
اهي پٺي پور نماڻيءَ نصيب ٿيا!

تحريڪ وارا شروعات کان ئي مداحين ڪنهن نہ ڪنهن ماسري ۾ مبتلا رهيا آهن. اهو ڏينهن خالي ڪونهي جڏهن سندن ڪي نہ ڪي عيب اٿا لڪرن. ڪڏهن ولي پائي کان لڪ رهيا ونيو، پشغليت ٿا لکن. ڪڏهن گورماليءَ کان پڻ لڪ ونو، "سرائڪي

ڏينهن" پيا ملهائين. ڪڏهن ڪنهن خوبصورت انقلابي ڪارڪن کي پرغلايو نمپ جي ڪامريڊن جي آندل انقلاب جو عين ٽائيم تي تختو اونڌو ڪريو ڇڏين. ڪڏهن جي ايم سيد جي اشاري تي ٻوليءَ جا فساد ٿا ڪرائين. ڪڏهن لنڊن وڃيو سورمن جي سپاهه جو انت لهيو اڇيو ٻي - ٻي، سرڪار ڪان لونڪيون ڪلهي ۾ وجهائين. سندن ٻاري ۾ چيني ڪامريڊ فرمائين ته "روسيون کي اثر مين آگئي هين- سوشل سامراج ڪي ايجنٽ هين-" روس جي ڳاديءَ جا خليفا ڪامريڊ فرمائين ته "مائوسٽ هين، آمريڪي ايجنٽ هين." وري ٻنهي ڀلارن انقلابي فرقن جا مفتي سڳورا متفق ٿي فتوا ڏين ته "شاونسٽ ڪٽر قوم پرست هين، ٻاڊيرون ڪي ايجنٽ هين." پاڪستان جي استحڪام، سالميت ۽ اتحاد جي نئين عشق ۾ گرفتار ٿيل وڏيرا چون ته "سنڌو ديشي آهن، بغاوت ڪرائي ملڪ ٽڪرا ٽڪرا ڪرائيندا." جنگ وارو رئيس امروهوي فرمائي ٿو ته "تحريڪ فتني، کي جڙ هي، اسي ڪيون نهين بند ڪيا جاتا؟" هائي هي انڪشاف ٿيو آهي ته "هارين کي پڙڪايون ٿا. مطلب ته شڪر آهي، وسريل ڪونه آهيون. سڀني کي هردم ياد آهيون. دلچسپ ڳالهه اها به آهي ته چيني ۽ روسي خليفن ۾ هوندي هزارين اختلاف هوندا، پر انهيءَ ڳالهه تي متفق آهن ته "تحريڪ وارا بدمعاش آهن." وري ڪوڙن ڪامريڊ حضرات

جماعت اسلامي ۽ پنهنجين قوميت وارن پناهگير پرڏيهين
۾ به ڪهڙا اختلاف هوندا، پر "تحريڪ" جي مخالفت
۾ متفق آهن. هوڏانهن نقلي قوم پرست وڏيرن ۽ نقلي
سوشلسٽ وڏيرن ۽ سنڌين ٻوليڪن ۾ ڀل ڪهڙا اختلاف
هوندا، پر "تحريڪ" بابت ٻئي متفق آهن ته "هي
خراب ماڻهو آهن." مطلب ته سمورن سنڌ دشمن ٽولن
جي نظر ۾ اسين ٻڇڙا ۽ بدڪار آهيون. اسان کي انهيءَ
جو ارمان ڪونهي، خوشي آهي. اسين انهيءَ ڳالهه
کي پنهنجي معمولي ۽ ابڙين ميرين وطن سان وفادارين
جو سرٽيفڪيٽ سمجهون ٿا. اسين سنڌي هارين کي
نٿا ڀڙڪايون. نڪي ڀڙڪائيندا اسين. ڀڙڪائڻ معنيٰ
ڪوڙو وڏاءُ ڪرڻ، ڳالهه مان ڳالهوڙو ٺاهڻ، تيليءَ
مان ٽنب ٺاهڻ، لائي لڳائي ڪرڻ. اسين اهڙيءَ قسم
جي ڳالهين جي خلاف آهيون.

پر جي سنڌي هارين خلاف جيڪي ظلم ۽ ڪلور
مچ مچ ٿين پيا، تن جي سچي ڳالهه ڪرڻ به "ڀڙڪائڻ"
آهي، ته پوءِ ان ڳالهه ۾ به اسين پنهنجي اڻ ڄاڻائيءَ،
بي پهچيءَ ۽ بندشن سبب مجبوراً پوئتي پيل آهيون.
اسين پنهنجي انهي ڪوتاهيءَ ۽ بي پهچيءَ تي شرمسار
آهيون. اسين قبول ٿا ڪريون ته ٻيا اسان کان اڳ ۾
اڳتي آهن. اسان تي ناراض ٿيندڙ مهربان جناب فقير محمد
عيسيٰ خوجي جهڙن ڄاڻو ۽ هوشيار ماڻهن کي ته
ڇڏيو هر سنڌ جي ننڍڙن ٻارن کي خبر آهي ته اهي

سگهن آهن؟

ميتي کي خبر آهي ته آڏون ٿي گذريل چونڊن ۾ هارين کي "پڙڪائي" جناب فقير محمد عيسيٰ جهڙن نام ڪٺن ۽ زير زانگ وڏيرن جي ٻولن جي خانداني آبرو "ڪين جهڙن" هارين هٿان خاڪ ۾ ملائي ڇڏي. اهي ٿي چون ٿا ته "انسان زرعي سڌارا آندا آهن، ۽ زميندارن جا ظالم بند ڪندا سون." اهي ٿي چون پيا ته "وڏيرن کي غريبن جو رت چوسڻ جي اجازت نه ڏني ويندي." جيڪڏهن ائين چون "ڏوهه" آهي ۽ هارين کي "پڙڪائڻ" آهي ته ان ڏوهه جو وڏي ۾ وڏو "ڏوهاري" آهو آهي، جنهن کي دانهن ڏني ويئي آهي. يعني ذوالفقار علي ڀٽو، وزير اعظم پاڪستان ۽ سندس ساٿي جهڙوڪ: ممتاز علي ڀٽو، غلام مصطفيٰ جتوئي وغيره. مهربان فقير محمد عيسيٰ کي گهرجي ته اصلي "ڏوهاري" ڳولي هٿ ڪري، "تحريڪ" مسڪين جي پڇي ۽ مان هٿ ڪري.

تنهن ڪان سواءِ ڳوڙهي جاچ ڪبي ته خبر پوندي ته اصل ڏوهاري اجا ٻه ڪي پيا آهن، انسان جي سمجهه ۾ هارين کي "پڙڪائڻ" جا اصل ڏوهاري آهي آهن. جن جناب فقير محمد عيسيٰ صاحب جهڙا ڳوٺ والنگر سندي هارين جون حياتيون زهر ڪري، سندن نسل نس ۾ وڏيرڪي ظلم خلاف زهر ڀري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن فقير صاحب جهڙا ماڻهو پنهنجي زندگي جو پهل پهل

سنڌ جي اڀوجهه مسڪين ۽ ڳولام مارواڙن خلاف سازشن سٽڻ لاءِ وقف نه ڪري ڇڏين ها، سندن لڄون نه لٽارائين ها، ڪوڏرون ٽپارائي سندن وهڪ جون جايون نه ڊنهارائين ها، ڪين ڳونهن ۽ مٽ نه ڀڃارين ها، ڪين انڌارين ڪوٺڙين ۾ پوليس جي خونخوار بگهڙن هٿان نه ڏاڙهائين ها، جيڪڏهن سندن چلهيون نه اجهارائين ها، سندن عمريون ڪوڙن ڪيسن ۾ نه ڳارائين ها، ڪين جيڏري ٿي ري ڪفن چرندڙ پرندڙ لاش نه بنائين ها، سندن چپن کان مرڪ، اکين کان روشني ۽ زبانن کان پڙڪ پاهر ڪڍڻ جي طاقت کسي نه ونن ها، جيڪڏهن سندن دلين کي پرندڙ ڪورا نه بنائين ها، ته هڪڙو پڻو ته نهيو پر لک پٽا پڻ ڪين فقير صاحب جهڙن بزرگن خلاف اٿي ڪڙو تيغ لاءِ تيار ڪري نه سگهن ها.

فقير صاحب محترم، افسوس جو اسين نجومي ناهيون. اسان کي خبر ناهي ته اهو ڏينهن ڪڏهن ايندو، پر اسان کي پڪ آهي ته اهو ڏينهن ضرور ايندو ۽ توهان جي، اسان جي خواب خيال کان به اڳ ايندو، جڏهن دنيا جي هن حصي ۾ به هارين کي ”پڙڪائڻ“ جي ”ڏوهه“ جا اصل ”ڏوهاري“ پڌرا ٿيندا، جڏهن عوام عدالت جي ڪرسيءَ تي ويهندو، جڏهن حساب ڪتاب ٿيندو، جڏهن سبيل چپن جا ٽاڪا کلندا، جڏهن دلين جي ڪورن تان پڪ لهندا، اجهاڻل اکيون وري پرنديون ۽ ڪين کي ڳولي ڏسنديون، جڏهن ٿاڻن ۾ جيلن جون

اوندا آهيون ڪوڙيون ۽ انهن ۾ وهايل رت ۽ ديپل داڻهون ۽ ڪوڪون ۽ پڪارون شاهد ٿي بيهنداءِ جڏهن بي موت ماريل جوان قبرون ڳالهائينديون ۽ جڏهن برباد ٿيل جوانيون ۽ لٽيل لڄون پنهنجي قاتلن جي سڃاڻپ ڪنديون؛ جڏهن اڻ ڳڻيل گمنام ڏوهن جا فرياد رجسٽر ٿيندا، جڏهن حيرت جهڙيون سڃاڻپون ۽ پيرا - پيٽون ۽ انوکيون ڄاڻپون ٿينديون ۽ اڻ وسهڻ جوڳا چالان ٿينداءِ جڏهن حيران ڪندڙ ڪيس هلندا ۽ آڏيون پڇائون ٿينديون ۽ جڏهن اهڙو انصاف ٿيندو ۽ اهڙيون ججمينٽون ملنديون، اهڙيون سزائون اينديون، جن جو ۽ توهان فقير صاحب، توڙي اسان هينئر تصور به نٿا ڪري سگهون. فقير صاحب توهان هينئر اسان مسڪينن تي اڄوڪي وزير اعظم پاڪستان اڳيان فرياد چاڙهيو آهي. توهان جهڙن بزرگن تي سنڌ جي ماڻهن گهڻو اڳ، ان کان به وڏي هستيءَ وٽ فرياد داخل ڪرائي ڇڏيو آهي. اها هستي آهي سچائي جي تاريخ جو قاضي، يعني سنڌ جو انقلابي عوام. اسان کي يقين آهي ته اهو قاضي، حقي فيصلو ڪندو. اسان ته رڳو "تحريڪ" رسالي جي. زندگي، پر سموري عوامي تحريڪ، پنهنجي حياتي، پنهنجين اميدن، پنهنجي ايمان، پنهنجي آبروءَ کي ان فيصلي جي داءَ تي لڳائي ڇڏيو آهي. انهيءَ وچ ۾ "تحريڪ" يا تحريڪ وارن سان جيڪي به ٿيو آهي يا ٿيندو، سو صبر ۽ همت سان پوگڻ جو اسان اصل کان وٺي فيصلو ڪري ڇڏيو

آهي. اميد ته اوهان اسان کي ثابت قدم ڏسندا.

فقير صاحب "تحريڪ" کي ذاتي طرح توهان سان ڪو واسطو يا دشمني ڪانهي. اهو ئي سبب آهي جو توهان جي ظرفان تبر جي سنڌي عوام سان ڪيل "ڀلاين" جو ذڪر ڪرڻ کان اسان پرهيز ٿا ڪريون. سو ته توهان کي خبر آهي ته توهان جي "خدمتن" بابت ڪڙو پڙهي بر درجن ڪتاب لکجن ته به اهو خير جو ذڪر پورو نه ٿيندو. نه اسان جو ذاتيات سان واسطو ڪونهي. اسين ذاتي طرح نه توهان جا بدخواه آهيون، نه ڪنهن به ٻئي زميندار جا. اسين فقط ظالم ۽ وطن دشمن وڏيرڪي سماجي نظام جا مخالف آهيون. اسين فقط سنڌي عوام جي دشمنن، ظالمن ۽ غدارن جا دشمن آهيون. اسان جي دعا آهي ته شال خدا توهان جهڙن بزرگن کي عوام دوستيءَ ۽ وطن سان وفاداري جي راه ڏي موٽڻ جي هدايت ۽ توفيق عطا فرمائي.

[ماهوار "تحريڪ" - فيبروري ۱۹۸۴]

# چوٿين مارچ

چوٿين مارچ سنڌ جي قومي حقن جي جدوجهد
کي هڪ نئين منزل تي پهچايو.

اڳي اها سنڌ دشمن سامراجين جي مقرر ڪيل
قانوني دائرن اندر، گهر جي ڪنڊن، اوطاقن، جلسي-
گاهن ۽ اسيمبلين تائين محدود هئي. هاڻ اها گهٽين ۾
نڪري آئي. اڳي اها فقط وات ۽ قلم جي جنگ هئي،
هاڻ اها ڏنڊي جي لڙائي بڻجي وئي. اڳي سنڌ لاءِ
قربانيءَ جو ڇيهه گارئون سهڻ، نوڪري يا وزارت
نه وٺڻ ۽ جيل ڀوڳڻ هوندو هو. چوٿين مارچ سنڌ لاءِ
هڏ ڀڄائڻ جو رواج وڌو. اڳي اسان پڻ آزاديءَ لاءِ
لڙندڙ قومن جي ڀيٽ ۾ جڻ ڪوڙ ڀڄائيءَ جي لڙائي
پئي ڪئي. چوٿين مارچ سچي پچيءَ لڙائي جي هڪڙي
تمام هلڪي جهلڪ ڏيکاري. چوٿين مارچ پوڙهي، پرائي،
اوطاقي، اليڪشني ۽ اسيمبلي واري قومي سياست جي
ڀيٽ ۾ عوامي ۽ انقلابي سياست جي برتري ثابت ڪئي.
ان ڀڏيءَ ۽ قربانيءَ جون ڪرامتون ڏيکاريون. ان سنڌي
عوام ۾ اعتماد پيدا ڪيو. پوليس ۽ جيل جو ڀئو ڀڳو.
سامراجي دهشت کي ٽوڙيو. نوجوانن ۾ حوصلو پيدا
ڪيو. ان ڪري سنڌ جا ماڻهو چوٿين مارچ ۽ چوٿين

مارچ وارن کي سلام ٿا ڪن.

هر اچ چوٿين مارچ وارن جي رڳو ڳالهه رهجي ويئي آهي. اهو جذبو ۽ اهي مڙس مرڪلائي ويا آهن. شاگرد تحريڪ جي اڄوڪي حالت چوٿين مارچ تان چٽ چڙرون پئي ڪري. هرڪو حيران آهي ته ائين ڇو ٿيو؟

سنڌ جي ساري تاريخ ۾ قومي قربانيءَ جي جذبي جي ايڏي کوٽ هئي ۽ غداريءَ جو لاڙو ايڏو عام ۽ زور هو جو سنڌ جي ماڻهن کي چوٿين مارچ وارو واقعو تمام وڏو واقعو نظر آيو. حالانڪ ان ڏينهن شاگرد فقط بي گناهه، اوچتو ۽ بزدل حملي جو شڪار ٿيا هئا. هنن هلي ملهي ڪو جنگاڻ ڪونه ڪيو هو. نڪو ڪنهن سنڌ دشمن طاقت تي جسماني حملو ڪيو هو. سنڌين سوپ اها هئي جو هو هڪڙي ڳنڀل مسئلي تي ڪجهه وقت گڏ ٿيا هئا ۽ گڏ رهيا هئا. سنڌي وڏيرڪي دستور موجب پيچ پائي پيڳا ڪونه هئا. بس.

ان کان پوءِ به سالن جا سال سنڌي شاگرد فقط بي گناهه حملن جا شڪار رهيا آهن. (مثال طور: عبدالرزاق سومري ۽ ننڍي چام جي شاگردن جي شهادت وغيره) هر ادا به وڏي ڳالهه سمجهي ويئي ۽ اديبن، شاعرن ۽ وچين طبقي جي ماڻهن گڏجي، انهن زخمين ۽ شهيدن کي بي گناهه زخمي ۽ شهيد ٿيڻ تي سورمو ۽ سورهيه ڪري ڳايو وڄايو. ظاهر آهي ته اها خاص رعايت فقط

سنڌ جي خاص حالتن سبب هئي. نه ته دنيا ۾ قومي قربانيءَ ۽ سورهيائي جا عام معيار بلڪل پيا آهن. پر شاگرد طبقو ان همت افزائي ۽ تعريف ڪري سخت خوشفهمي ۾ پئجي ويو. دنيا جهان جي خبر نه هئڻ ڪري ۽ وڏيرڪي طبقي جي روايتي بزدليءَ سان پاڻ ڀيٽيندي، هو پاڻ کي سچ پچ وڏا هيرا ۽ سورما سمجهڻ لڳي ويا. منجهانئن نهٺائي، خلوص، پنهنجن لاءِ قرب ۽ خود قربانيءَ جو جوهر آهستي آهستي نڪري ويو.

پيو ته چوٿين مارچ سماجي وانهڙن جي تحريڪ هئي. شاگرد رمتو جوڳي آهي. پر ٻي ڏينهن رهيو، پڙهيو ۽ امتحان پاس ڪري وڃي سامراجي ۽ عوام دشمن طبقن جي سرڪار جو نوڪر ٿيو يا عوام دشمن طبقن ۾ داخل ٿيو. الله الله خير صلاح. اهو اڪثر عوام دشمن طبقن مان پرتي ٿئي ٿو. جي منجهانئن ڪو اتفاق سان ڪٿي مارو ماڻهن مان به اچي ٿو ته به ماروئڙن جي مارن جي صفن ۾ گهڙڻ جي آسري تي. اتي قبول پيو ته ڇڻ حج ڪئيائين. انهن سان انهن جهڙو مارائي ٿي ويندو، پاڻ وڏيڪ. ان ڪري شاگرد طبقي جو جوش و خروش اڪثر پاڻليءَ وارو جوش ٿئي ٿو. ان ۾ اونهائي، سچي سگهه ۽ جٽاءُ ڪونهي. تنهنڪري هو ڪامورا شاهي، ۽ پناهگير شاهيءَ جي افلاطون آڙي ڪاٻن جي چالاڪين، عيارين، مڪرن، فريبن، لالچن ۽ رشوتن جي سٽ سهي نه سگهيا.

ٻيو تہ سنڌي شاگرد تحريڪ اڳيان ڪو منظم
انقلابي وطن دوست نظريو موجود ڪونہ هو. ڪين سنڌي
پورهيت عوام جي انقلابي تنظيم جي رهنمائي حاصل
ڪانہ هئي. ڪين سنڌي عوام جي ڀرپور تائيد حاصل
ڪانہ هئي جو تہ سنڌس مفاد عوام سان ظاهري طرح تہ هڪ
هئا. پر حقيقت ۾ انهن ۾ وڏو تضاد ۽ فرق هو. هنن
جو ڪم اسڪالرشپن، داخلائن ۽ نوڪرين ماڻ ڪي ٿي
ويو. پر عوام کي سموري وڏيرڪي ۽ سامراجي غلاميءَ
جي نظام کي ڊاهڻ کان سواءِ ڪوبہ فائدو نٿي پهتو.
شاگرد طبقو عوام جو نالو استعمال ڪرڻ لاءِ آتو هو،
پر ان سان سچي جنگاڻ ۾ سامري مدامي ٿي بيهڻ،
سائس هڪ ٿيڻ ۽ سنڌس پٺ وٺڻ لاءِ تيار ڪونہ هو.
عوام بدران هن کي وڏيرڪي نقلي قوم پرستيءَ ۽
پناهگير نقلي ترقي پسنديءَ جي پٺ وٺڻ ۾ فائدو نظر
آيو. عوام ٻويان هلڻ ۾ رڳو سور هئا. هنن معتبريءَ،
نالو ۽ فائدا هئا. تنهنڪري پنهنجا انڊا ڪم ٽپائڻ لاءِ
هڪڙا هڪڙن سياسي پيرن جا مريد ٿي ويا، پيا پين
جا. اينءَ ذاتي ۽ طبقاتي لالچن، انڌي پوڄا، سياسي
جهالت ۽ هوس مڙن جا سنڌ سڪائي ڇڏيا. جيڪي
قوم جا طبيب بڻجي آيا هئا سي خود جڏا ۽ بيمار ٿي
پيا. اڄ شاگرد تحريڪ سڪرات ۾ آهي. نڪا ٿي مري،
نڪو ٿي منجهو ڇڏي.

ڪجهہ وقت اڳ ڪن عام سنڌي ماڻهن ۾ شاگردن

جي جوش، جذبي ۽ ڪاميابين کي ڏسي اهو خيال اڄ پيدا ٿيو ته عوام دشمن حاڪم طبقي سان پرتي ٿيل شاگرد طبقو سچي قوم جي نمائندگي ۽ اڳواڻي ڪري سگهي ٿو ۽ ٿورڙا پڙهيل مڙس ماڻهو اندي، گونگي، ٻوڙي عوام ٻاران وڙهي سوڀ ڪٺي سگهن ٿا.

سموري دنيا جي تاريخ ۽ سنڌ جي ويجهڙائي واري تاريخ انهن غلط فهمين کي دور ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ هر سمجهو سنڌيءَ کي خبر پئجي ويئي آهي ته سنڌ جي منو ڪروڙ عيسن، موسن، ڪرڙن ۽ ڪاڏيرن کي پنهنجي درد جي دوا پاڻ ڪرڻي پوندي.

تڏهن ڇا شاگرد سچ پچ محب وطن ۽ قوم پرست اصل نڪا ٿي سگهن؟ ٿي سگهن ٿا. پر فقط اهي جيڪي پاڻ کي عارضي ۽ زباني طرح نه، پر سچيءَ زندگيءَ لاءِ دل جان ۽ عملي طرح عيسن، موسن، ڪرڙن ۽ ڪنڌن سان ملائي هڪ ڪندا ۽ سندن فائدي واري انقلابي وطن دوست نظريي، عمل جي واٽ، تنظيمي واٽ ۽ عملي جدوجهد کي مڪمل طرح پنهنجو سمجهندا.

هر محب وطن سنڌي شاگرد کي سوچڻو آهي ته هو ڪهڙي واٽ وٺندو؟ ذاتي ۽ طبقاتي لالچ واري، عوام دشمن واٽ يا پورهيت سنڌي عوام جي سچي پچي سنڌي انقلابي ۽ عوامي واٽ؟

سنڌ جي تاريخ ان سوال کي اڄ جي ايجنڊا تي رکي ڇڏيو آهي. هر ڪنهن کي پنهنجو فيصلو پاڻ ڪرڻو آهي.
[ماهوار ”تحريڪ“ مارچ ١٩٧٣]

# ٽانگن وري پرن مان منهن ٻاهر ڪڍيو آهي!

نقلي ترقي پسند سنڌ دشمن ٽانگن وري پرن مان منهن ٻاهر ڪڍيو آهي! وري ڪئين سنڌ دشمن ڪپر، پڙ - منهيون، ڪوراڙيون، ٻئٽيون ۽ هڻ - ڪٽيون ۽ سندن زهريلا ”سنڌي“ ٻچا پڻ پڻ سرندا نظر اچن پيا! وري به ڇيون سرڪائي ”سنڌ“ - ”انقلاب“ - ”جمهوريت“ - ”صوبائي خودمختاري“ - ”عوامي اتحاد“ ۽ ”ڀائي ڀائي“ جا مٺا ٻول ٻولي، سنڌي عوام کي ٻوان ڦهري ڏنگ هڻڻ جون تياريون ڪري رهيون آهن! وري به رهزن رهبر بڻيا آهن! وري به قاتل منصف ٿيا آهن! وري به هٿ سان زهر پيارينڙ، ويڄ ۽ حڪيم ٿي اچي ويٺا آهن! وري به سنڌ جي بدنصيب تاريخ جي دوکي، دولاب ۽ دغا جا ورق دهرائجڻ لڳا آهن!

اهي جن پنهنجي قوم ڀائي ڪوڙن ڪامورن ۽ ناجائز قبضيدارن جي هٿيل ڌاڙن جي مال بچائڻ ۽ سنڌي هاري ڀائرن جي مخالفت کي ڪچڻ ۽ ٽي اسرڻ کان روڪڻ لاءِ، هاري ڪميٽي جي آڙ ۾، سنڌ جي هاري عوام جي جدوجهد تي ناجائز قبضو ڪري، ڪين برغلائي، ڀٽڪائي، روهه ۾ رلائي، ٻاٽ ۾ ويڙهائي، ڪڏهن به صحيح معنيٰ ۾ گڏ ٿيڻ ۽ پنهنجي حقن لاءِ

وڙهڻ نه ڏنو، اهي جن ڏهپ جي ڏالي ۾، ۽ ون يونٽ جي مخالفت جي آڙ ۾، ڪڏهن به ون يونٽ جي مخالف عوام کي آسرو نه ڏنو، آپڻ ۽ متحد ٿي لڙڻ نه ڏنو، جن محب وطن اديبن تي پنهنجا پاڙيتو شڪاري ڇڏي سنڌي "ادبي تحريڪ" کي لولو لنگڙو بڻائي ڇڏيو، جن پروچ سردارن ۽ پٺاڻ خانن کي چوري سرحد مان سنڌين خلاف ڪوڙيون انڪوائريون هلرائي، خون ٿيل سنڌي عوام کي الٽو خوني ۽ ڌاڙيل ڪري بدنام ڪيو ۽ بلوچستان مان عين وقت تي اردو مڙهائڻ جا اعلان ڪرائي سنڌيءَ جي ڪهس کي ڌڪ هڻايا، جن سنڌ ۾ فسادن لاءِ ميدان تيار ڪرايا، "پناهگير پرديش" جا فتنا کڙا ڪيا، سنڌي عوام جي مجرمن ۽ خونين کي "جيالي اور بهادر عوام" جا خطاب ۽ هشيون ڏيئي مظلوم سنڌين جا ڪوس ڪرايا، جن مت جي موڙهن، پرمتڙين ۽ وڙهن سنڌين کي چوري، سبز باغ ڏيکاري، ٻيون پڏي، وڏا الڪتوي لقب ڏيئي، مت مان ڪڍي، سنڌي عوام جي جدوجهد کي پڏي چوڙ ڪري، کهڙن جي حوالي ڪرائي، سنڌي اتحاد جا تختا ڪڍائي ڇڏيا، جن سنڌين کي تعريف ۽ خوشامد جو ڏاڪورو ڪارائي سونت مان ڪڍي، سندن واتان بيوقوفيءَ وارا ڪڇلا وات جا ٺڪاڻ ۽ سڪٽيون ڊاڙون هٽائي، "جيئي سنڌ" جي تحريڪ کي ڪچلرائي، مارائي سندس جنازو رلائي ڇڏيو، جن سنڌي شاگرد تحريڪ ۾ پنهنجو تربيت ورتل

"لغت کالم" چڏي سندس صفون درهم برهم ڪرائي، ان کي کتن ۽ ڪانگن جو ڪاچ ڪرائي ڇڏيو، سي وري به "سنڌ" لاءِ اوچڱارون ڏيندا اچي نڪتا آهن.

جيڪي نقاب پوش عادتي مجرم سنڌي عوام خلاف سنگين ترين ڏوهه ڪري ۽ ڪرائي، ڪجهه ڏينهن لاءِ عوام کان روپوش ٿي ويا هئا، سي وري آهستي آهستي عوام آڏو پيا اچن. هنن وري پنهنجا اڳوڻا ظاهر ظهور اڏا سنڀاليا آهن. وري به هڪڙا سڀ پاڪستان جا غوث ۽ قطب ٿيا آهن. پيا مختلف صوبن جا ولي بنيا آهن. نواب شاهه جو بدنام ۽ ڪٽر سنڌ دشمن وڪيل رشيد رائي وچ ۾ سنڌي هارين جو امام مقرر ٿي ويو آهي. "عوامي ادبي انجمن" واري سازش جا باني حسن حميدي ۽ حسان، سنڌي ترقي پسند ۽ قوم پرست اديبن جا مخفي مرشد مقرر ٿيا آهن. پيا منافق ۽ مڪريل بدمعاش ۽ دليءَ جا لڳ سنڌي شاگرد تحريڪ جا روحاني پيشوا ۽ رهبر بنيا آهن. وري به مَس پَس جي مشينري ٽاپ گيئر ۾ وڌي ويئي آهي. وري به مصنوعي "سنڌي شاگرد ليڊر"، مصنوعي "سنڌي هاري ورڪر" ۽ مصنوعي "سنڌي قومي اديب" تيار ڪندڙ سنڌ دشمن فئڪٽريءَ ڊبل شفٽ ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو آهي. وري به پالپڻ کان پرتي ڪيل ۽ غداريءَ جي سُٺيءَ تي سانڊيل، تپايل ۽ پاليل ڪوڙا "ڪامريڊي ڪئپسول" چڙهيل، "سنڌي شاگرد ليڊر" - "سنڌي

هاري ورڪر“ - ”سنڌي ترقي پسند قومي اديب“ ڏيو ٽين سان لڳي ويا آهن ۽ ٻوڙن ۾ آهن.

وري به ”ترقي پسند عوامي قوتن جي اتحاد“ جو ڪوڙو ڍونگ ۽ متوازي ٽانڊ ڪ رچائي صحيح ۽ بااصول ترقي پسند عوامي اتحاد جي راهه ۾ زبردست رڪاوٽون ڪڙيون ڪيون ويون وڃن. وري به ميٺي ڇپ ڏيکاري ڀتي وڃن. وري به عوام جي غم ۾ واڳوءَ وارا لڙڪ هاريا پيا وڃن. وري به ترقي پسندي ۽ انقلاب جون راهداريون، پروانا، سندون، لقب، خلعتون، انعام اڪرام ورهائجڻ لڳا آهن. وري به رتل پرچايا پيا وڃن. وري به ترقيءَ پسنديءَ جي درگاهه جي تڙيل ”مرتدن“ ۽ ”منڪرن“ کي ٻاهگير ترقي پسندي ۽ قومي غداريءَ جي راهه تي آڻڻ لاءِ معافين ۽ نين نوازشن جا دلاسا ڏنا پيا وڃن. وري به ڪاغذي جماعتن جا عهدا، ليڊريون، جلسن جون صدارتون ۽ اخباري بيان جي زور تي ”عظيم ليڊر“ مشهور ٿيڻ جون بشارتون ڏيون ورهائجن. ڪسيل عظيم لقب مونائي ڏيارڻ جا انجام ڪيا پيا وڃن. وري به سنڌي عوام جي راهجيءَ کي لڳي ڪانئس سنڌس قومي جدوجهد جو ٻڪر ڪسڻ لاءِ ٽي ته ٻه ٽي هزار لڳ سلڪ ۾ ٻڪڙي پيا آهن.

وري به هٿ سان کهڻو ڏيئي مازيل هاري ڪاميٽيءَ جو لاش تاريخي قبر مان ڪڍي، ٺيڪ ڏيئي اسٽيج تي سينگاري ويهاريو ويو آهي. ڪجهه وقت اڳ ان سياسي

مڙدي جي نالي ۾ پن ٽن ”هاري ورڪر“ چاڙن هٿان لڪ چپ ۾ ٺهراءُ پاس ڪرايو ويو ته ”سنڌ جي هارين ۽ سنڌين جماعت جو فرض آهي ته پناهگير نمپ (سنڌ ۾ نمپ معنيٰ پناهگير نمپ) جي فرمانبرداري ڪن.“ تازو سڪرنڊ ۾ ساڳين هٿ ٺوڪين ۽ غدار ”هاري ورڪرن“ هٿان گهر جي ڪنڊ ۾ لڪي هاري ڪميٽيءَ جي نالي ۾ سنڌي هارين کي حڪم ڪرايو ويو آهي ته ”جيڪو غاصب سنڌ جي زمين رڳو هڪ سال کان قبضو ڪريو ويٺو هجي تنهن کي به سنڌ جي ڌرتيءَ جو جائز مالڪ تسليم ڪيو وڃي ۽ ان جي خلاف ڪير اکر به نه ڪڇي.“

هيترا سال سنڌي اديبن کي ويڙهائي، خوار خراب ۽ ذليل ڪري سنڌي ادبي سنگت جو جنازو رلائي، هاڻ وري سنڌي اديبن ۽ سنڌي ادبي سنگت کي سنڌي اديبن ۽ سنڌي عوام خلاف استعمال ڪرڻ جي سٽ سٽي ويٺي آهي.

پناهگير ”رينگ ماسٽرن“ پنهنجي سنڌي اديب پالڪن کي ”اينڊشن“ ڏيڻ جو ڪاشن ڏنو آهي. انهن پالڪن کي اڳي حڪم مليل هئا ته ”هڪڙن کي آڙ بڻايو، ٻين کي وارو ڪريو. جي ايم سيد جون مدحون ۽ قصيدا پڙهي ڪيس زمين تان کڻي سٽين آسمان تي چاڙهي، ولي ۽ پيغمبر بڻائي، سنڌ جي ٻين محب وطن کان ڪاٽي، الڳ ۽ اڪيلو ڪري پوري طرح پنهنجي

لبضي ۾ آڻيو، يونگ ڪري سنڌو ديش جو منتر وڏي
سڏ ڇپيو، اهڙي طرح سنڌي سورمن ۽ جي ايم سيد جي
زهر ڀريا عاشقن جنهن ويس اوڍي، ' نافرمان' سنڌي
اديبن ۽ قومي ڪارڪنن کي ذليل ۽ خوار ڪري
سنڌي ادبي اتحاد جا تختا ڪيو ۽ سنڌ جو قومي ادبي
مورچو ڊاهي ڇڏيو." جي ايم سيد ۽ اياز سنڌيت جا ڀيل-
پايا ليکيا وڃن ٿا. ٻئي هميشه پاڻ ۾ متحد رهيا آهن،
اها ڳالهه خراب هئي. سو جي ايم سيد جي عشق جي
آڙ ۾ اياز کي نشانو بنايو ويو. اشاري جي ڏير هئي.
رات وچ ۾ اياز کان قومي شاعر جو لقب کسجي
ويو. اهو لقب ماڻڻ جو پروانو نياز کي ملي ويو. هن
پاڻ کي حقدار تسليم ڪرائڻ لاءِ ڪاروائي شروع
ڪري ڇڏي. اياز شاهه کي اردوءَ ۾ ترجمو ڪيو ته
نياز مقابلي لاءِ وري ان کي چنڪي "واٽ مٺي
ڪياماڙي ڪو" ٽائيپ جي فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو.
فتوا جي صاحبن فتوا ڏني ته اياز جو ترجمو بيڪار.
نياز جو ترجمو عاليشان. اياز جا وڏا فوٽا ڇپيا هئا.
ان جي مقابلي ۾ نياز جا اچان ٻه وڏا فوٽا ڇپيا ويا.
پناهگير "رينگ ماسٽرن" جي حڪم سان اياز "سنڌ
جو آواز" "قومي شاعر" جي گاديءَ تان لهي "پ-پ
جو پنو" - "هنديءَ جو پانڊيڙو" ۽ "غدار" ٿي ويو.
پين اديبن ۽ قومي ڪارڪنن ۾ ڀاڪر ڪٿو وڌو ويو.
"موسو مکڻ جو، جهوري جهڻ جي." ظاهر اهو ته

جيڪي رافضي ۽ بدعتي جي ايم سيد جي پيغمبريءَ
۽ ڪرامت ۾ شڪ ٿا ڪن، تن کي ”في سبيل الله
جهنم رواصل ٿا ڪريون“ اصل مطلب اهو ته جن کي
پناهگير نقلي پنهنجي ڪڪ جو ڪانءُ ٿا سمجهن، تن
سان ساري سور ڪيجن، کي غدار، کي بزدل ته
کي بداخلاق. ڪو ڪونه رهيو، هر ڪنهن سان ڪو
نه ڪو ڦڏو لڳو ٿي ويو. سڀ ڏوهي، سڀ واجب القتل.
فقط پناهگيرن جا مستند مليل بهروپيا چارڻ وڃي اسٽيج
تي پهتا ۽ ساڻن ٻاڏن وانگر ٿاڏيون ڏيڻ لڳا. وچ ۾
ٿوري گرمي ٿي ته مٿس پيڪدر ڪڪ پن ٿي ويا.
۽ ٿي ڏينهن ميسنا ۽ ويچارا ٿيو ويٺي گهميا. هاڻ وري
”انيشن“ ٿيڻ جو حڪم مليو اٿن. هاڻ وري بيوٽيءَ
تي چڙهيا آهن.

هاڻ وري نئون ڊرامو تيار ٿيو آهي. ساڳيا
”سنڌي ائڪٽر“ ساڳين ”پناهگير ڊائريڪٽرن“ جي
هدايتن موجب ڪو نئون بهروپ، ڪو نئون سانگ،
ڪو نئون نانءُ ڪرڻ وارا آهن. ڪهڙو؟ سا اڃان
خبر ڪانهي؟. في الحال فقط اها خبر آهي، ته هاري
ڪميٽيءَ وانگر سنڌي ادبي سنگت کي به هٿيار بڻائي
سنڌ خلاف استعمال ڪرڻ جا حڪم پهتل آهن. وري
به چاتل سڃاتل پناهگير چارڻ اديب جن هونئن ته
سڄي عمر ”سنڌ سنڌ“ ڪئي آهي، پر جن هر فيصلي
جي گهڙيءَ ۾ ڪوهي ڏيئي وڃي. سنڌ دشمن جو ساٿ
ڏنو آهي سي وري ڪجهه دير سنڌيت جو سانگ

رڇائيندا، محب وطن بڻبا ۽ پوءِ عين وقت تي، عين فيصلي جي گهڙيءَ تي، سنڌي مفادن کي خنجر هڻي، پاڻ گولي تي وڃي پنهنجا ماڳ پوما ئيندا۔

## پاڪستان جا نقلي ترقي پسندو! مڪارو! منافقو! بي رحمو، ظالمو! عوام کان روپوش ٿيل نقاب پوش، عوام دشمنو!

اوهان گذريل ٢٧ سال سڄي پاڪستان جي عوام کي آڱرين تي نچايو آهي، سنڌ جا به اوهين وارث، بلوچستان جا به اوهين وارث ته سرحد جا به اوهين وارث ٿيا وينا رهيا آهيو! اوهان نه بنگال جي عوام کي پاڻ ۾ نهڻ ۽ متحد ٿيڻ ڏنو، نه بلوچستان جي عوام کي، نه سرحد جي عوام کي. اوهان نقلي سنڌي، نقلي بلوچ، نقلي پٺاڻ، نقلي بنگالي بڻجي، سنڌين، بلوچن، پٺاڻن ۽ بنگالين مان پنهنجا ايجنٽ پيرتي ڪري، انهن جي قومي تحريڪن جا تختا ڪري ڇڏيا. اوهان پنهنجي مفادن جي جيري خاطر پاڪستاني عوام جون پڪريون ڪهي ڇڏيون. اوهان ڪين متحد ٿيڻ نه ڇڏيو ۽ ڪين اندران ڪمزور ڪري ايوب، يحيٰ ۽ مودوديءَ جو آسان شڪار بنائي ڇڏيو. اوهان جا هٿ بنگال جي خون ۾ رڱيل آهن. جيڪي سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد سان ٿيو يا ٿي پيو تنهن جو جرم اوهان جي ٻــ گردن تي آهي. هاڻ بس ڪريو! صدين جي ستايل سنڌي

عوام کي وڏيڪ ستائڻ بند ڪريو! غليظ، عوام دشمن، ذاتي، طبقاتي ۽ ٽوليبازيءَ جي مفادن لاءِ انقلاب ۽ ترقي پسنديءَ کي خوار ڪرڻ بند ڪريو! سچي بااصول عوامي اتحاد جي راهه روڪڻ لاءِ اتحاد جا ڪوڙا ڍونگ رچائڻ بند ڪريو. پنهنجي ڪيل گناهن لاءِ سنڌي عوام کان معافي وٺو، پڇتايو. وڌيڪ هٽ-ناٽڪ، سانگ، ڪرميٽ، منافقيون، مڪر، ڊراما ۽ کيل رچائڻ کان باز اچو. سنڌي جدوجهد جي ٺيڪيداري ختم ڪريو. ورنه سنڌي عوام اوهان کي هرگز وڌيڪ وقت بدمعاشيون ڪرڻ نه ڏيندو ۽ اوهان کي پنهنجي تاريخي جرمن جو سنگين ڪيتو لوڙڻو پوندو.

نقلي ترقي پسندن جا سنڌي چاڙتو! هاڻ ته ڪجهه شرم ڪريو! هاڻ ته دشمن جي اشارن تي ناچ بند ڪريو!

سنڌ سان گذريل ٢٠ سال جيڪي ڪجهه ٿيو آهي ان ۾ وڏيرا شاهيءَ کان سواءِ اوهين به هڪجهڙا بلڪ انهن کان به وڌيڪ جوابدار آهيو. کهڙو وزارت لاءِ غدار ٿيو. اوهان وڌيڪ نيچ آهيو. اوهان ته پن چٽن سٽون ريپن، جلسه جي صدارتن، اخباري بيانن، چاپلوسين ۽ ٺلهي خوشامد تي سنڌ جا مفاد وڪڻندا ۽ غداريون ڪندا رهيا آهيو؛ اوهين رهبر جي ويس ۾ رهزن ٿيا ويٺا آهيو. اوهين ته علاج جي بهاني زهر ويٺا پياريو. اوهان سنڌ کي اندران جڏو، لولو ۽ لنگڙو ڪيو آهي. اوهان هر فيصلي جي گهڙيءَ تي سنڌ کي پٺ ۾

خنجر هنيو آهي. اوهان "سنڌي هاري ورڪر" - "سنڌي شاگرد ليڊر" - "سنڌي قومي اديب" جي بهروپ ۾ سنڌي عوام مان ويساهه گهاتي ڪئي آهي. اوهان پنهنجو سڀ عقل، ذهن، طاقت ۽ لياقت عوام جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ لاءِ استعمال ڪئي آهي. اوهان جي ئي معرفت دشمن سنڌ جي اتحاد کي تباهه ڪيو آهي. اوهان ئي سنڌ جي بيوسيءَ ۽ هيٺائي جا فوري ڪارڻ آهيو. اوهين ئي بلوچ، عبدالرزاق ۽ ٻين شهيدن جا اصلي قاتل آهيو.

پنهنجي آقائن جي ڪيري تي نه ڪڏوا الهن جون پاڙون برابر پاتال ۾ آهن. هو برابر پاڪستان جي حاڪم ٽولي جا نمائندا آهن. هنن وٽ انڪلون، چالاڪيون، دولت، عوام دشمن علم، ڏاهپون، هلنديون ڀڄنديون، اخبارون، رسالا ۽ ٻيا وسيلا آهن. هو اوهان کي هر طرح لڪائي ڇپائي، ۽ عوام کي ڀنيلائي سگهن ٿا. هو اوهان مان هڪڙن دلالن ٿان ٻين دلالن جي تعريف ڪرائي، بيان ڏيارڻي، صدارتون ڪرائي، ڪجهه وقت عوام کي الو بڻائي سگهن ٿا. اوهين به هيئنر پاڻ تي ڪئين پوش چاڙهيو پيا هلو. تنهنڪري اوهان ي هڪدم صحيح سڃاڻپ برابر ڏکيو آهي. هيئنر پلي ڪيترو به پنهنجي قلم ۽ زبان کان پيشو ڪرائي، ڪوڙ ڪريو، گلائون ڪريو، وات مان ڪتون گاڙيو، ٽال مڪر ڪريو، ٺهراءَ پاس ڪريو. ڪوڙيون ڪاغذي

تنظيمون ۽ جماعتون ناهيون، هڪجهڙي ڪي لقب القاب ڏيو، صدارتون ۽ عهدا ماڻيو، پاڻ کي عظيم سورما سڏائي اسٽيج تي ٽاڻ ڀاڙي وانگر ناڏيون ڏيو، سنڌ جي ڌڻپ جا سانگ رچايو، جيڪي وڻيو سو ڪريو، پر اُن ڏينهن کي نه وسارجو جڏهن سنڌي عوام اوهان کي سڃاڻي وٺندو.

ياد رکو! اهو ڏينهن ايترو پري ناهي، جيترو اوهان سمجهو ٿا. نقلي ترقي پسند پناهگير ۽ انهن جا دلالو! وڏيڪ بدمعاشيون بند ڪريو! سنڌ جي جان ڇڏيو!

سنڌ جا اديبو! شاگردو، هاريو، مزدورو! پاڻ ۾ متحد ٿيو، سنڌي ادبي سنگت کوڙي پين مڙاپ قومي مورچن کي مضبوط ڪريو ۽ وڌايو، اتان سنڌ دشمن ۽ سندن دلالن کي بي دخل ڪريو، نقلي ترقي پسندي جي خلاف جدوجهد هلايو ۽ انقلابي وطن دوستيءَ جي جهنڊي کي اوچو ڪريو، جيئي سنڌ!

[ماهوار ”تحريڪ“ = اپريل ١٩٧٣ع]

# پورهيتن کي سلام!

هي مئي جو مهينو آهي. مئي جي پهرين تاريخ وڏو ڏينهن آهي. اهو انساني تاريخ جو انوکو ۽ نرالو ڏينهن آهي. عام وڏا ڏينهن ڪنهن خاص ملڪ، قوم يا مذهب جا وڏا ڏينهن هوندا آهن. هي دنيا جي سڀني ڪنڊن جي سڀني ملڪن، سڀني قومن، سڀني مذهبن، سڀني رنگن، سڀني نسلن جي ماڻهن جو وڏو ڏينهن آهي. ٻانهن جو پورهيو ڪندڙ سموري انسان ذات جا گهڻي ۾ گهڻا ماڻهو هميشه پورهيت هئا ۽ آهن. پهرين-مئي سڄي دنيا جي پورهيتن جو وڏو ڏينهن آهي. هي ان حساب سان روءِ زمين جو، سموري انساني تاريخ جو، وڏي ۾ وڏو ڏينهن آهي.

دنيا جي ٽي ڀاڱي ۾ جتي پورهيتن جون حڪومتون قائم ٿي چڪيون آهن، اُتي ان ڏينهن عيدون ملهايون وينديون. دنيا جي عظيم پورهيت تخت گاهن پيڪنگ، ماسڪو، برلن، هنوئي، وارسا، هوانا، پراگ، بيلگريڊ، بوڊاپيسٽ، الان باٽور، پيانگ يانگ، ترانا، عدن، بخارسٽ ۽ صوفيا وغيره ۾ ڪروڙين پورهيت عوام ۽ سندن هٿياربند فوجي دستا ڌام ڌوم سان پريڊون ۽ مارچون

ڪندا ۽ سڄي دنيا جي پورهئي جي ڦاڙيلن، سرمائيدارن، وڏيرن ۽ جاگيردارن جي دلين ۾ ڪنبڻيون وجهندا.
اهي سڄي دنيا ۾ جتي به پورهيت متحد ۽ منظم آهن. اتي شاندار جلوس ڪرندا، جلسا ڏيندا ۽ پورهيت قوام هڪ دفعو وري اهو پڪو پهه وڄائيندا ته سڄي دنيا جي ٻاڙي ٻاڙيءَ کي ڌرتيءَ جي حرام کائو ڦورو ڦاڙيلن کان آزاد ڪرائبي اتي ڌرتيءَ جي پورهيو ڪندڙ حلالي ٻچن ۽ ڌيئن جو راڄ قائم ڪنداسون.
پاڪستان ۾ پنجابي، پٺاڻ ۽ پناهگير مزدور به اهو ڏينهن وڏي ٺٺ سان ملهائيندا. پر سنڌي پورهيت اهو ڏينهن پنهنجي مرضيءَ سان پنهنجي ليکي ملهائي نه سگهندا، هو پنهنجي پوڙهائي ويچارا ٿيو پوين صفن ۾ پيا هوندا. ڇو ته سنڌ دشمن پناهگير، پنجابي نقليءَ ترقي پسند سنڌ جي پورهيت تحريڪ تي ڇانيل آهن. انهن جي چاڙتن ٽرڀڙ پولين وڏيرن ۽ چودرين سنڌي پورهيتن لاءِ سنڌ جي ڪارخانن جا گيٽ بند ڪري ڇڏيا آهن. سنڌي پورهيت پنهنجي گهر ۾ چور آهن. سنڌ پگهر جي پورهئي مان جيڪو اناج ۽ ڪپهه پيدا ٿئي ٿو، جيڪو غير ملڪي ناڻو ملي ٿو، ڍلن ۽ ٽيڪسن جي صورت ۾ سنڌ جيڪو خزانو سرڪار ۾ جمع ٿئي ٿو، ان مان جيڪي ڪارخانا پون ٿا، اهي سڀ سنڌ دشمن لاءِ وقف آهن. سنڌي پورهيت، وڏيرن کي مٿون ۽ ڪوسيون ڪري سگهن. ڪارخاني ۾

سگها هڪ اڌ ڄاڻ وٺڻ ۾ ڪامياب ٿين ٿا تہ ان کان
پوءِ نقلين جا ٻوٽ ٿريو وڃن. "محنت ڪشن کي حقوق"
۽ "انقلاب" خطري ۾ پئجيو وڃن ۽ هو پنهنجي ٽريڊ-
يونين جي چارٽن جي معرفت سرمائيدارن کي چئو
سنڌين کي ڪڍايو ڇڏين ٿا يا وري وڏيرن کي دٻايو
سنڌين کي انهن وٽان ئي جواب ڏياريو ڇڏين.

سنڌ جو آن ڀاڱي ڪاٿي سنڌي پورهيت کي ڏسڻا
ڏيئي ڪيائڻ اهي تعصبي ۽ نمڪ حرام پورهيت-دشمن
نقلي ۽ سنڌن چارٽا، ٻهرين مٿي آهي وڏي بي حيائيءَ
۽ بي شرمائيءَ سان پورهيت اتحاد جون ڳالهيون ڪندا،
پنهنجي پورهيت دوستيءَ جون لپاڙون هڻندا، پورهيتن
سان همدرديءَ جا لڙڪ ڳاڙيندا ۽ پنهنجي پورهيت-
دشمن ذهن تي پردو وجهڻ جي ڪوشش ڪندا. پر
سنڌي پورهيت ڪين سڃاڻن ٿا تہ اهي منافق سنڌ جي
پورهيت عوام جا ازلي ويري ۽ جاني دشمن آهن. ڪين
خبر آهي تہ وطن جي وارث پورهيتن کي پنهنجي
وطن ۾ چور ڪندڙ بدمعاش هرگز پورهيت دوست ٿي
نٿو سگهي.

## عجيب ڳالهہ!

سنڌ جي پنهنجي ڌرتي هجي، سنڌ ۾ سنڌين جي
پنهنجي حڪومت قائم ٿيل هجي، سنڌ کان ڌهر ڌهر

سر گھورڻ وارا سنڌي سپوت سنڌ جا حاڪم هجن، وزيراعظم سنڌي هجي، سو به معمولي ماڻهو نه، پر قائد عوام فخر ايشيا جھڙو نر مڙس، جنهن جي هشمت ۽ هيبت جون واشنگٽن کان وٺي ماسڪو تائين رڙيون ۽ ڪوڪريا هجن، جنهن جي سڏ تي سڏ ڏين ۽ دنيا جا صدر، سلطان ۽ بادشاهه به فخر سمجهندا هجن. جيڪو پاڪستان جي ماڻهن سان ايڏو پيار ڪندو هجي جو سنگين ڏوهن جي الزامن ۾ جهليل پاڪستاني ملزمن کي ڪيس مان ڇڏائڻ لاءِ پاڻ استعيفا ڏيڻ لاءِ تيار هجي، جنهن وٽ بهادر ۽ جري فوج هجي جيڪو پنهنجيءَ تي اچي ته ان فوج کي خود پاڪستانين تي چاڙهي به نه ڪيپائي، جنهن وٽ وزير، گورنر، ڪمانڊر انچيف ۽ صدر ڪاٽ ۾ پيا هجن، جيڪو ”تعزمن تشاء و تذل من تشاء“ (جنهن کي وڻيس تنهن کي عزت ڏين، جنهن کي وڻيس تنهن کي ذلت ڏين) وارا جلوا ڏيکاريندو هجي، آتي ذوالفقار علي ڀٽي کي قائد عوام بنائڻ وارو سنڌي پورهيت رڳو مزوريءَ کان به ترڙيل هجي ۽ در در ڌڪا پيو کائيندو هجي سا ڪهڙي نه عجيب ڳالهه آهي.

ائين ته نه آهي ته هندستان، روس يا آمريڪا سان منهن ڏيڻ سولو آهي. پر پناهگير - پنجابي زميندارن، سرمائيدارن ۽ سندن جوڙيوالن کان مظلوم سنڌين ۽ بلوچن کي پنهنجا حق وٺي ڏيڻ ڏکيو آهي؟ ائين ته نه آهي. ته لڳين

سنڌين ۽ بلوچن کي گھوگھو ڏيڻ سولو آهي. پر هڪڙي
به پناهگير- پنجابي زميندار سرمائيدار يا سنڌس جوڙيوال
جو معمولي نعرو، نه ڪڏهن به خطري جهڙو ڪم آهي؟
ائين ته نه آهي ته اسين پڻ دنيا اڳيان ۽ سنڌي
عوام اڳيان سچا پچا شينهن آهيون پر سنڌي عوام جي
دشمن اڳيان ڪاغذي شينهن آهيون؟ ائين ته نه آهي
ته سنڌي عوام جي نفعي ۽ نقصان جي ڳڻپ ۾ اسان
جي ٻڌڻي آزادي موڙسي آهي. فقط ڏسي دل خوش
ڪرڻ جي موڙسي آهي؟ جي ائين نه آهي، جي "اڄ جي
هڪ ٻه پس اندر مڙيئي اڳڙيون" ۽ "ٿان ۾ ٻيڙا ڏيهه
پيران" وارو قصو ناهي ته پوءِ سنڌي پورهيت عوام
کي پنهنجا ڪيبل حق ملڻ گهرجن. سنڌ اندر هڪڙو
به ڪارخانو اهڙو نه هئڻ گهرجي جنهن ۾ سنڌي ماڻهن
جي اڪثريت هجي. جيستائين هڪڙو به اهڙو ڪارخانو
قائم ٿي ٿيڻ نه ڏجي جيستائين ڪارخاني هڻڻ وارو
اڪي ۾ ڏي ته سنڌي پورهيتن سان به اڪائي نه
ڪندس، منپ ڪان اول ڪين پنهنجا پورا حق ڏيندس.

## اهم قومي مسئلو

هي مسئلو سنڌ جو قومي مسئلو آهي. سنڌي
پورهيت جي طاقت پر نه، هجڻ ڪري سنڌ جي عوامي
جدوجهد جي ڏاڙهي وڌيرن ۽ پناهگير نقلي ترقي پسندن
جي هٿن ۾ آهي، جي ان کي ڪمزور ڪريو ...

نچائين. سنڌ جي جياپي جي چاپي سنڌي ٻورهيت آهي.
ان ڪري سنڌي ٻورهيتن، هارين، شاگردن، اديبن ۽
قومي ڪارڪنن ۽ ٻين سموري وطن دوست عوام کي
هي مسئلو پنهنجي هٿ ۾ کڻڻ گهرجي ۽ ملڪ جي
مالڪن تي زور آڻڻ گهرجي ته هن مسئلي کي لنوائڻ
جي پاليسي ترڪ ڪن. جتي ٻه اسان جا ڪچهرين جا
ڪوڏيا ۽ مجلسن جا مور حاڪم تڪليفون وٺي پنهن
جي تقرير دلپذير پڌائڻ اچن ۽ پنهنجي حيرت انگيز
عوامي ڪارناهن جو وٽندڙ داستان شروع ڪن، آتي
ڪائٺ سوال پڇي کين موقعو ڏيڻ گهرجي ته هو اهو
پڌائين ته هنن سنڌي ٻورهيت عوام خلاف هن سازش
کي روڪائڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا قدم کنيا آهن ۽ انهن
مان هيستائين ڪوبه ڪٿ ٿيل چو ڪونه نڪتو آهي؟
ڪائٺ خاص ڪري اهو به معلوم ڪجي ته سنڌ جي
ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ ڪل مزور گهڻا آهن؟ انهن
۾ سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ ٻورهيتن جو تعداد ۽ في سيڪڙو
ڪيترو آهي؟ ٿي سگهي ته ڪنهن محب وطن اسيمبلي
ميمبر کان اسيمبلي ۾ اهڙا سوال پڇائي اهي انگ اکر
معلوم ڪجن.

## مٿئين ڏيو!

ٻي طرف سنڌي ٻورهيتن کي گهرجي ته هو سنڌ
دشمن پناهگير ترقي پسندن ۽ سنڌن چاڙتن ٽريڊ يونين

وڏيرن جي چڪر مان نڪرن ۽ سنڌن سنڌ دشمن
بدصورت چهري کي اگهاڙو ڪن. پاڻ تي ۽ سنڌي عوام
تي ڀاڙين. محنت ڪري ۽ تڪليف وٺي ڀورهيت ڄاڻ
۽ سمجهه پرائين. پاڻ کي سنڌي عوام جو ڏاهو، سمجهو،
الموٽ ۽ اورچ مهڙ وارو اڳوان دستو ثابت ڪن.
سنڌي هارين سان اتحاد ڪن. سنڌ جي سمورن محب-
وطن طبقن کي پاڻ سان ملائين ۽ پنهنجي اڳواڻي
هيٺ سنڌي عوام جو عظيم اتحاد قائم ڪري، ورن-
وڪڙن ۽ لاهين چاڙهين واري اٽانگي ۽ ڏکي جدوجهد
هلائي سنڌ تان وڏيرا شاهي ۽ سنڌ دشمن سامراجين جي
غلاميءَ جو ڳٽ لاهين ۽ سنڌ ۾ ڀورهيت عوامي راڄ
قائم ڪن. ان لاءِ ضروري آهي ته هو رڳو خسيس ۽
عارضي فائدن ۽ لالچن لاءِ جدوجهد نه ڪن، پر پنهنجي
سڄي جدوجهد ۾ سنڌ جي ڳڏيل مفادن ۽ آخري
مقصدن جو خيال رکن. سنڌ جا وارث ٿي سوچين.
سڪڙي اقتصاديت پرستيءَ جي ڌٻڻ مان نڪري اقتصادي
۽ سياسي جدوجهد کي ملائي هڪ ڪن. طبقاتي ۽
قومي جدوجهد کي ملائي هڪ ڪن. هڪجهڙائي ۽
انصاف جي بنيادن تي، سنڌ جي گڏر جي وسيلن تي
ڀريون حق سنڌي ڀورهيتن جو آهي. انهيءَ قدرتي
اصول جي بنيادن تي، ۽ فقط انهن بنيادن تي، پاڪستان
جي ٻين انصاف پسند، حق پرست ڀورهيت ڀائرن سان
اتحاد قائم ڪن ۽ ان کي مضبوط ڪن. سڄي دنيا

جي پورهيتن جي جدوجهد سمجهن. سنڌ، پاڪستان ۽
دنيا جي انقلاب کي پنهنجو مقصد بنائين. فتح سنڌي
پورهيت ۽ سنڌي پورهيت عوام جي ٿيندي. سنڌي
پورهيت جيئي! سنڌي پورهيتن جي ڌڙي جيئي! دنيا
جي سڀني ملڪن جي پورهيتن جي ڌڙي جيئي! دنيا
جي مظلوم پورهيتن ۽ مظلوم قومن جي ڌڙي جيئي!
جيئي سنڌ!

## هاڻ پڻ کي به وارو ڏي!

سنڌ جي ڀوتار سوا سؤ سال عوام جا چپ سبي ۽
هاڻ ڳالهايو آهي. سنڌي عوام سوا سؤ سال سٺو آهي.
هن وڏيرو، ڀوتار، زميندار، سردار ٿي ڳالهايو آهي.
هن پوليس جو مشير، سرڪاري شاهد ۽ آنريري
مئجسٽريٽ بڻجي ڳالهايو آهي. هن سئنيٽري ڪميٽيءَ،
اسڪول بورڊ، ميونسپلٽيءَ، لوڪلبورڊن، اسيمبليءَ ۽
پارليامينٽ جو ميمبر بڻجي ڳالهايو آهي. هن پهرين
انگريز پرست امن ڪميٽيءَ وارو بڻجي، پوءِ ڪانگريسي
۽ ليگي بڻجي، پوءِ ريپبلڪن، پوءِ ڪنوينشن ليگي ۽
ڪائونسل ليگي ۽ قيوم ليگي بڻجي ڳالهايو آهي. هاڻ
هو پيپلز پارٽي ٿيو آهي ۽ اڳي ڪان به گهڻو ٿو ڳالهائي.
هن پوليس جمعدار، ڪپيدار، داروغي جو حمايتي بڻجي ڳالهايو
آهي. هن ڪماڻيءَ، ڪليڪٽر، ڪمشنر، گورنر ۽ وائسراءِ
جو وفادار ٿي ڳالهايو آهي. هن قائد اعظم، قائد ملت،

چوڌري محمد علي، غلام محمد، اسڪندر مرزا، جنرل ايوب، جنرل يحيلي خان جو پروانو ٿي ڳالهايو آهي. هاڻ هو عوامي ٿيو آهي ۽ قائد عوام جو فدائي بڻجي ڳالهائي پيو ۽ ڏاڍو ٿو ڳالهائي! هو سچو وقت پيو ڳالهائي!

سنڌي پوٽار هر وقت، هر زماني ۾ سنڌ جي سموري تاريخ جي هر دور ۾ هميشه ڳالهائيندو رهيو آهي. سنڌي عوام سچو وقت ۽ هميشه، پڙهندا ۽ سهندا رهيا آهن. هاڻ هو پڙي پڙي رت ٿي پيا آهن. سندن ڪن پچي پيا آهن. هو هاڻ پاڻ ڳالهائڻ گهرن ٿا. هر پوٽار جوي ٿو ”رڳو آءُ ڳالهايان، اوهين رڳو پڙدو!“ جنهن ڪاڻ وات ماڻ ڪو اکر نڪري ٿو، تنهن کي ڪاٺ ۾ وجهيو ڇڏي. هاري ڪاٺ ۾ آهن. شاگرد ڪاٺ ۾ آهن. اديب ڪاٺ ۾ آهن. پين تي ڪيس هلايا ٿيا آهن. گهڻن تي وارنٽ آهن، اهي سپاٽي ڪاٺ ۾ پوندا. پوٽار ڪنهن کي به ڳالهائڻ نٿو ڏئي.

پوٽار! هاڻ تون پين کي به وارو ڏي! خدا کي مڃ! گهڙي کن ته جان ڇڏ! ڪجهه ته عوام کي به وات کولڻ ڏي. عوام کي رڳو ايترو ته محسوس ڪرڻ ڏي ته کين به وات آهي. عوام جي نالي ۾ عوام جا چپ سبي ڇڏڻ ۽ رڳو پاڻ ڳالهائڻ ڪٿي جي شرافت آهي!

ڳالهائڻ ڏيو! هارين کي، مزورن کي، اديبن کي،

مسڪينن کي، مجبورن کي، ماريلن کي! ائين نہ ٿئي جو ماڻهو سهي سهي، ڪنهن ڏينهن گڏجي، اهڙي هيبتناڪ هڪل ڪن جو اوهان جا ”عوامي“ محل ۽ ماڙيون ڍهي اچي پٽ پون. ڏاهـا ٿيو! ڪجهہ هوش ڌاريو! سنڌي عوام وڌيڪ پوءِ سبيل رهڻ لاءِ تيار ناهي، سنڌي عوام کي پنهنجا جمهوري حق کپن. اهي هو هر حالت ۾ حاصل ڪندا.

هارين، مزورن، شاگردن، اديبن کي جيل چورڻ جي ڏوهہ ۾ قيد ڪرڻ بند ڪريو! قيد ٿيل هـاري، مزور، شاگرد ۽ اديب آزاد ڪريو. جي ايم سيد کي سن کان ٻاهر هلڻ چلڻ ۽ ڳالهائڻ ڏيو. پليجي، عالم شاهہ، پٿر، عطا محمد ڀنڀري ۽ غلام عباس ڀنڀري، تان ڪيس واپس وٺو. ابراهيم منشي، طارق اشرف ۽ ٻين کي آزاد ڪريو.

[ماهوار ”تحريڪ“ - مئي ۱۹۷۴]

# سنڌي هاري عوام کي بي دخل ڪندڙن کي بي دخل ڪريو!

سنڌي هارين طرفان ڪرسيءَ تي ويٺل سرڪار نامدار کي سالن کان پوءِ نيٺ سنڌي هاري ياد پئجي ويا آهن. ملڪ جي حاڪمن کي ڪنهن ٻڌايو آهي ته ”هاري بي دخل پيا ٿين.“ هن اعلان ڪيو آهي ته بي دخليون بند ڪرايون وينديون. ڪن صاحبن گهر ڪئي آهي ته بي دخل ڪندڙ زميندارن جون لسٽون ٺاهي مٿن قدم کنيو وڃي.

سرڪار نامدار جي مخالفن جو الزام آهي ته ”اهو سڀ ايندڙ چونڊن لاءِ تياري آهي. سنڌ جي پورهيت عوام کي هيترا ڏينهن ڏلي ڏيئي، ماري، لتاڙي، چيڀاٽي هاڻ وري کين منهن تان هٿ ڦيرائي، ماٺرائي ڪاٺ جو گهوڙو واٽ ۾ ڏيئي کين اليڪشن سرڪس ۾ اشارن تي نچائڻ، ٽپائڻ لاءِ تيار ڪيو پيو وڃي. ته جيئن عوامي جمهوريت جي رڪارڊ جي پورائي ڪري وري ۾ پيا پنج سال ٻيا ڪٺڪي حڪومت جون لسٽون وڄن.“ هن جي دعوىٰ آهي ته ’زرعي سڌارن ۾ وڏن

زميندارن حقيقت ۾ هڪڙي پاڙي ۾ زمين ڪاٽي ڇڏي
آهي. هڪڙو سير ۾ ٻج جو ڪونه ڏنو آهي. هڪڙي
ڏينهن ۾ بي دخلي بند ڪانه ٿي آهي. ڪا ڇپ آئي
آهي ته فقط ننڍڙي ڪاٽيدار ڪئي. وڏا زميندار ننڍن
ڪاٽيدارن ۽ هارين کي پاڻ ۾ ويڙهائي پاڻ وڏا مزا
ڏسن. وڏن زميندارن جي هارين سان ڦرلٽ، ظلم ۽
دهشت وڌيا آهن، گهٽيا نه آهن. حاڪمانا زرعي سڌارا
۽ سندن هارين سان همدردي، اها ڳالهه، هن صديءَ
جو وڏي ۾ وڏو مذاق، ٺٺر ۽ ڍونگ آهي. پروپيگنڊا
وسيلي عوام جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ ۽ سندن زخمن
تي لوڻ ٻرڪڻ جو انهيءَ کان وڏو مثال دنيا ۾ ڪونه
ملندو وغيره وغيره. اصل ڳالهه ڇا آهي، تنهن جي خبر
هڪڙي ماري عوام کي هوندي يا حاڪمن کي.
حاڪم ڳالهائين پيا، عوام خاموش آهن. انهي کي
عوامي حڪومت طرفان جڏهن پنهنجي ليکي پاڻ ڳالهائڻ
جي موڪل ملندي يا هو پاڻ پنهنجي مرضيءَ سان
اهو حق حاصل ڪندا. تڏهن ٻنهي طرف پيش ٿي
سگهندا ۽ صحيح حقيقتون معلوم ٿي سگهنديون. هن
حاڪماڻي گفتار ۽ عوامي مات جي دور ۾ في الحال
فقط ڏڪا هڻي سگهجن ٿا. اسين ڏڪا هڻڻ نٿا چاهيون.

انگريز غلام بنائيندڙن سنڌي پورهيت عوام کي
بغاوت ڪري، آزاد ٿيڻ کان هميشه لاءِ روڪڻ ۽
سندن ميس مارڻ لاءِ سندن گذر جو آڌر يعني سنڌ

جي ڌرتي ڪاڻن ڪسي، پنهنجي دلالن جي حوالي
ڪئي. محب وطن کي ڦاهيون ۽ جاسوسن، دلالن ۽
غدارن کي عوام جون زمينون ڏنيون ويون. اهڙيءَ
طرح سنڌي پورهيت عوام جي ڳچيءَ تي سنڌ دشمن
وڏيرا شاهي سوار ڪئي وئي. مٿان وري ڪوڙا ڪلمينٽ
۽ سيٽلر نازل ڪيا ويا. تان جو سنڌي پورهيت عوام
پنهنجي ڌرتيءَ جي ٻارڙي ٻارڙي تان تاڙ ڪڍي ويو.
اڄ ۸۵ سيڪڙو سنڌي عوام هاري آهي. پنهنجيءَ ۾
چورن پرائي وس؛ هيٺون، نڌڻڪو، هيسيل، ڦريل ۽ ماريل.

سنڌي هاري زمين مان جيڪو اپائي ٿو، تنهن مان
شاه شاهوڪاريءَ واري "باقاعده" ڦر کان سواءِ وڏيري
جي اوطاق، گهوڙي، مريد، مرشد، ملان وغيره ويهن
بلائن جي ٻڌي تي نڪري. چاليهه پيون سنهيون ٿلهيون
ڇوريون رت ٿيون چوسين. جيڪي بچي اهو ڪوري ليکي
۽ اگهن جي گهوٻين ۽ پوڏين جهڙن وڏن ڪن ورياجن
۾ غرق ٿئي. پوءِ به مالن جا سال ليکو ڪونه ٿئي،
سنڌي هاري عوام سدائين قرضي. ابا ڏاڏا قرضي، پاڻ
قرضي، پويان قرضي، نسلن جا نسل قرضي، ڏوهاري
غلام. مٿان وري بي دخليءَ جو ڌڙڪو. وڏيرو جڏهن
ڪاوڙجي ته ڌمڪي ڏئي "نڪر منهنجي زمين مان ٻاهر!"
بيگر ۾ ڏئي ته بي دخل، ليکو گهري ته بي دخل. لڪن
سنڌين مٿان روزي بي دخليءَ جي اها تلوار لٽڪي پئي.
وڏيرا شاهيءَ جي غنڊن ۽ دلالن جون لوٽيون، ڦڏن

راڄوٽي فيصلن جا ڳالهائڻ، سندن پولس ٿاڻا، روينيو
آفيسون، عدالتون پنهنجو ڪم ڪنديون رهن ٿيون.
چورئون، زوريون، ڦرون، ڌاڙا، لڄا لٽون جاري آهن.
ڪوڙيون فرسٽ رپورٽون لکجن پيون. قلم ١٠٩ ۽ ١١٠
جون ڪاريون ڪوراڙيون پنهنجا وات ڦاڙيو روز ٿين
سنڌي پورهيت شڪار جي تلاش ۾ ويٺيون آهن.
وڏيرا شاهيءَ جي دلال پوليس جي ڪوس ڳهڻ ۾
ڪاماڻي پنهنجي ڪاروبار ۾ رڌل آهن. ستر لک سنڌي
هاري سپوڻن جي ميس مارڻ ۽ حشمت ونڻ لاءِ سنڌ
جي هر پوليس چوڪيءَ ۽ ٿاڻي آءِ ڪانئر ۽ بزدل
وردي پوش لغورن ۽ عادي مجرمن جا ٽولا سنڌ جي
مهل ڪرڻ جهڙن مڙسن، ڪوهن ۽ ڪونڌرن کي الٽو
لٽڪائي، کين مرچ ۽ برڦون پيا وجهن. سندن مائن ۽
ڀيترن جون سندن ئي اکيان بي حرمتيون پيا ڪن، سندن
هڏ ڳڏ پيچي، سنهن بدن کي ڏنڀ ڏيئي، سندن چوڙيون
لاهي، کين جسماني ۽ روحاني طرح اجڙو، لولو، لنگڙو
۽ اپاهج پيا بنائين. انهن پوليس جي پيڙيل ۽ اڌ مئل
لاشن کئي وري وڏيرڪي "قانون" ۽ "انصاف" جي
جانڊيه ۾ پيڙو پيو وڃي. هڪڙي هڪڙي قدي ۾ سالن
جا سال پوليس "حفاظت" ۾ رسالبا پيا ملن. ضامنن جون
درخواستون رد ۽ منظور پيون ٿين. شنوايون مٿان شنوايون
پيون ملن. وڪيل صاحبان آڏيون پچائون، بحث ۽
دليل بازيون پيا ڪن، قانون جي جوڻن مان پنا پيا

ڏڪ ڻ، تخت سليماني تي ويٺل سوني قلم وارا صاحب
سالن جا سال انصاف جا ساڪيا تر پيا تورين، فتوائون
ڏيون ملن. اپيلون نپيلون ڏيون ٿين. عدالتي "حفاظت"
۽ جيل جي "حفاظت" ۾ ڏنڊا پيڙيون، انڌاريون،
ڪانجهيون، فاقا، ذلتون ۽ عذاب پيا ملن. ٻويان ٻڪيا
اگهاڙا ٻچا دربدر پيا ڀٽڪن.

ڏڌو اڪثر هڪڙو، ۽ هڪڙي هنڌ نه هوندو آهي.
اڪثر وڏيرا دوست وڏيرن هٿان هڪڙي هاري
تي ٻن ٽن ضلعن ۾ ٻري ٻري ڪيس داخل ڪرائي
ڇڏيندا آهن. ٻوءِ تہ جيئري ئي موت اکين اڳيان اچيو
وڃي. جوان هاري اڇي ڏاڙهيءَ وارو اچيو ٿئي تہ
ڪيس ٽٽا نيڪال ٿين. ڪيئن سنڌي ماڻهو هانءِ هلندي،
گهلجندي گهلجندي پساهہ پورا ڪريو وڃن. انهيءَ
وڏيرڪي دٻاءَ، دهشت ۽ عذاب جي خوف کان لکين
سنڌي هاري ويچارا جيڪي جت آهن، اهي اتي ساهہ
سڪايو وڏيرا شاهيءَ اڳيان ڪنڌ نمايو هٿ ٻڌيو ويٺا
ٻوڙهجن، ڦرجن، مارجن ۽ ٻکون، ذلتون ۽ عذاب سهن.
ٻاهر ڀڙڪ ٽٽا ڪين.

تڏهن بہ وڏيرا شاهي خوش ناهي. ڪشمور کان
ڪيٽي بندر تائين سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هر ضلعي،
هر تعلقي، هر ٽپي، هر ديهہ ۾ روز ڪئين نہ ڪيئن
سنڌي هاري ڪنٻ کي پنهنجي سانڊيل، نپايل ڌرتي
جي نڪرڙي تان لوڏي ڪڍيو وڃي ٿو. مدوبن هيسايل

۽ ڏهڪايل سنڌي هاري ماڻهو مارن، ٻوڙن، ڪيسن، ڦڏن، چورين ڌاڙن کان مجبور ٿي، لڏا مٽن ٿي، ٻچا وات ۾، ابانا ٻڌ ڇڏي، ديس ۾ پرديسي بڻجي، منهن واه ڪري ڳيي، اجهي ۽ سلامتي جي ڳولا ۾ نڪربو پون ٿا.

بي دخليون بند ڪرائڻ جا زوردار اعلان جاري آهن. ٻئي طرف ستر لک سنڌي سپوتن کي وري جيئارڻ جي جدوجهد بہ زور شور سان جاري آهي. سنڌي هاري قوم جا قوم پرست لتڙيا پوتار پنهنجي "قوم" جي نجات ۽ چوٽڪاري لاءِ سر ڌڙ جي بازي لڳائي رهيا آهن. البتہ هو "قوم" جو مطلب پوتارن جي "قوم" وٺن ٿا. سنڌي هاري جو نالو فقط پوتارن جي قوم جو تعداد وڌو ڪري ڏيکارڻ لاءِ ڪتب آندو وڃي ٿو. جنن لاءِ هاري "قوم" ناهن. انهن جي بي دخلي سندن "قوم" جو مسئلو ناهي. لتڙين پوتارن جي "قوم" جا "قومي مسئلا" ٻيا آهن. انهن مسئلن بابت لتڙين پوتارن جي قومي جدوجهد جاري آهي. ٽئي طرف سنڌي پورهيت جدوجهد جا ٺيڪيدار پنجابي - پناهگير ڪامريڊ حضرات پنهنجي ڪامريڊي ڪاروبار ۾ جنبيل آهن. اخباري بيان ڇپجن پيا. پريس ڪانفرنسون ٿين پيون. ڪاغذي هاري ڪميٽيون ٺهن پيون. پناهگير - پنجابي ڪامريڊ حضرات سنڌي هارين باران ماسڪو، پيڪنگ، لنڊن، ڪابل ۽ بغداد ۾ مهمانيون ڪائين پيا هڪڙي پاسي اهي

"عوامي" - "قومي" ۽ "ڪامريڊي" جدوجهدون زور شور
سان جاري آهن ته ٻئي طرف سنڌ جي هاري عوام
جون بي دخليون ماٺ مٺيءَ ۾ جاري آهن. اهو قصو
هميشہ ائين هلندو ناهي. سنڌ جا هاري عوام ان کي
هميشہ ائين هلڻ نه ڏيندا. هو هن مسئلي کي پس پشت
پاڻ ئي حل ڪندا. ڪهن خبر آهي ته پس پشت هن
مسئلي جو هڪڙو ئي مڪمل ۽ صحيح حل آهي. اهو
هي آهي ته سنڌي هاري عوام کي پنهنجي ڌرتيءَ تان
بي دخل ڪندڙن کي سنڌي ڌرتيءَ، سنڌي قوم، سنڌي
اقتصادي ۽ سياسي اقتدار تان بي دخل ڪيو وڃي. سنڌ
جي زمين سنڌ جا حلالي هاري پٽ پنهنجي حوالي
ڪن ۽ ان کي گلزار بنائين.

[ماهوار "تحريڪ" - جون ١٩٧٣]

# سر تي پکي هيڪڙو!

تحريڪ کي "همراه" نيٺ ڦري آيا آهن! هڪڙي
پاسي نقلي اسلام پسند پرمارن جي سي آءِ ڊي جي
رپورٽن جو ڍوڙيو لڳو پيو آهي ته "تحريڪ" ۽ تحريڪ
وارن کي بند ڪريو نه ته پاڪستان ٽٽو ٽٽان وڃي"
ته ٻئي پاسي نقلي سوشلسٽ وڏيرن جي دٻ دٻان
لڳي پيئي آهي "نه ڇڏيون، نه ته ٻاڻ واري اسلامي
سوشلسٽ وڏيرپ جو خير ڪونهي." ٽئين پاسي نقلي
قوم پرست وڏيرن جي رڙ پئي پئي ته "هن کي ڪڍو
نه ته وڏيرڪي 'قوم' تباهه ٿي ويندي." چوٿين پاسي
نقلي ترقي پسند برقي پوش ڏوتيون هر ڪنهن اڳيان
اکڻ ٿي ڳوڙهو رکيو ويٺيون آهن ته "يه بدديرون
کے ايجنٽ همارے انقلاب کو تباه کر رهے هين!"

آخر ڇو؟ اهي سڀ ٽولا ظاهر ۾ ڀاڻ ۾ آڻي
ويري ٿا ڏسجن پر اندر ۾ سڀ هڪ آهن. سڀ ڏيهي
عوام-دشمن اصل ۾ هڪ آهن. سڀني جو مقصد هڪ
آهي. عوام کي انڌو، ٻوڙو، گونگو ۽ ٻوٽ پتل
بڻائي ڪين ڦري موجون ماڻين. ڪين ساڳيو هڪڙو ڊپ
آهي ته متان عوام سجاڳ، متحد ۽ منظم ٿي ڪين
ٽوا نه ٻڏائي ڇڏي. نقلي سوشلسٽ هجن، نقلي

قوم پرست هجن، نقلي انقلابي هجن، ڀوڳي نقلي اسلام-
پسند، ڪوبه عوام دشمن نٿو چاهي ته عوام هڪ پل
لاءِ به انڌو ٻوڙو، گونگو ۽ ٻوٽ ٻڌل نه هجي. جيڪو
به عوام کي سجاڳ، متحد ۽ منظم ٿي پنهنجي مرضي
پاڻ ڪرڻ جي صلاح ڏئي ٿو سو سندن گڏيل دشمن
آهي. ان کي ختم ڪرڻ هو پنهنجو گڏيل فرض سمجهن ٿا.
"تحريڪ" اهو ئي ڏوهه ڪيو آهي. ان نه رڳو
ظاهري عوام دشمنن کي بي نقاب ڪيو آهي پر سڀني
پردن ۾ ويٺل عوام دشمنن کي به ظاهر ڪري سنڌ
جي پورهيت ۽ وطن دوست عوام کي خبردار ۽ سجاڳ
ڪيو آهي ته "پاڻ ئي پاڙيو، وڏيرا شاهي يا سرمائيت
جي ڪهڙن به ٽولي جو آسرو نه ڪريو نه ته ڌڪ
کائيندا!"

ان ڪري هنن مڙني "تحريڪ" کي چئني
طرفن کان گهيري ۾ ورتو آهي. هڪڙي پاسي وارنٽ،
ڪيس ۽ ضمانت جا نوٽيس آهن ته ٻئي پاسي بوڪ اسٽالن
وارن کي چٺي چوائي، سنڌي عوام کي "تحريڪ"
پڙهڻ کان محروم ڪيو پيو وڃي. ڪنهن ڳجهي
عوام دشمن هٿ ٻين دٻايو آهي ۽ عوام کان "تحريڪ"
لڪائي پئي وڃي. ان جا ڪيترا بنڊل عوام کي ڏيڻ
بدران پاڻ وٽ رکي پوءِ واپس موٽايا پيا وڃن.
سنڌي عوام جا ڳجها ڀوڳي پڌرا دشمن ٽولا عوام
کي سجاڳ ڪرڻ جي ڏوهه ۾ "تحريڪ" کي شروع

ڪان ونئي مختلف طريقن سان ڳجهيون ۽ پڌريون سزائون ڏيئي رهيا آهن. اسان هيستائين سڀ سزائون صبر سان سٺيون آهن، هي سزائون به اسين وڏيءَ دل سان برداشت ڪنداسين. اسين پنهنجي عوام جي ڀلي لاءِ آئينده به اهڙيون ۽ انهن ڪان به وڌيڪ سزائون ڀوڳڻ لاءِ تيار آهيون. اميد ته سنڌي عوام ڪي ڪڏهن به ڪنهن به منزل تي ڪونه لڇائيندا سين. اسين پاڙي ڪونه ڏينداسين. اميد ته اسين هر حال ۾ هر رنگ ۾، پنهنجي پڙهندڙن سان حال سارو پٽ پاريندا اينداسين.

## ڏيهه هزار ضمانت ڪهڙي ڏوهه ۾؟

عوامي سرڪار نامدار جي ڳهگهرن عوامي عملدارن کي تحريڪ جي چال چلت ۾ نيت خرابي نظر اچي ويئي! حڪم ٿيو ته آئينده پنهنجي چال سڌارڻ لاءِ ڏيهه هزار اچي ضمانت ۾ رکايو چال خراب ٿي ته پئسا ضبط.

جبل جي ڪنهن همراه جي ڳالهه ڪندا آهن ته چيائين ته "نانا وارن جو مرڻ ڏسي مان جو مرڻ تان ارواح ڳئي ڪجهي ويو آهي!" 'تحريڪ' ڳڏريل سالن ۾ عوامي حڪومت جي سنڌي اديبن ۽ اديبي رسالن سان پنهنجائي ۽ قرب جا ڪئين لقاءِ اکين ڏسي چڪي آهي. تنهنڪري "تحريڪ" جو اصل ڪان

وٺي ارڏاين ٽان ارواح ڪٺيل آهي. اسان هميشه اهو خيال رکيو آهي ته:

چنيسر سان چاڳ، مٽان ڪا منڌ ڪري.

ان ڪري اسان هر لفظ ڏهه-ڏهه ڀيرا تڪي توري لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهو خيال رکيو آهي ته اسين سورما نه سڏياسين ته قربان ٿياسين، ڪم جي ڳالهه ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ عوام وٽ ضرور پهچي. ان ڪري اسان ڪي طعنا به سهڻا پيا ته "اوهان، جيترا ڏينهن پاڻ کي نه پڌايو آهي ۽ نڪي "تحريڪ" بند ڪرائي آهي، تنهن مان ثابت ٿيو آهي ته اوهين سرڪار جا ماڻهو آهيو!"

پر چوندا آهن ته "درياهه جي ڪپ تي چوڪر ڪڏي، اڃ نه پڏي سڀاڻ پڏي!" سرڪار نامدار جي عاقل عملدارن نيٺ هٿي، ڏٺي، تحريڪ کي آڻي رڃ ۾ ڦاسائي وڌو آهي. ڪن تحريڪ تي اصل ٻاهرون ڪوڙيون آهن، تنهن جي هڪڙي خبر الله کي، پر ڪن، نين سمجهه پڙهندڙن کي. آهي اصل ڳالهيون چڏي، ڪهڙي ڏيئي، ڪڻان جو ڪٽي وچي مارو ڪيو اٿن، تنهن ڪاريگريءَ واري ڏڪ جو داد نه ڏين بي‌انصافي ٿيندي. ذرا ويچار ته ڪريو:—

جنهن ايڊيٽوريل تي ڏمر ڪيو ويو آهي، تنهن ۾ نه حاڪمن جو ذڪر آهي، نه سندن رعيت جو، نه سنڌ جو ۽ نه پاڪستان جو. ان جو هٿي سان ته ڇا سچي

ايشيا کنڊ سان ڪو واسطو ڪونهي. ان ۾ ڳالهه آهي
هنان ڪان هزارين ڪوهه پري جي هڪڙي لاطيني
آمريڪي ملڪ چليءَ جي. اتي جي وڏيرڪي، سرمائيدار
ٽولي ڪجهه وقت ٿيو ته عوام جي چونڊيل جمهوري
حڪومت کي قتل ڪري ملڪ ۾ ڪوس شروع ڪري
ڇڏيا. سڄي دنيا جي عوام، جمهوري پريس، حڪومتن
۽ اڳواڻن انهيءَ عوام دشمن ۽ غدار فاشي فوجي ٽولي
جي ڪرتوتن تي ٿٿ لعنت ڪئي. پاڪستان جي
جمهوري وطن دوست پريس ۽ ماڻهن به عوام جي قاتل،
بدمعاش فوجي ٽولي تي لعنت ملامت ڪئي. سڀني کان
زوردار لعنت ملامت پاڪستان جي وزير اعظم جناب
ذوالفقار علي ڀٽي صاحب ڪئي. "تحريڪ" به سڄي
جهان جي عوام پاران عوام جي قاتل فوجي غنڊن
تي ملامت ڪئي. اسان جي پريس عملدارن گهٽي
جا ڪوڙ سان گهوپ ڪري "تحريڪ" وارا اهي ٻه
اکر ڳولي هٿ ڪيا ۽ گهڻي غور و خوض ۽ باريڪ بينيءَ
سان تپاس ڪرڻ کان پوءِ هڪدم رزلٽ آئوٽ ڪيائون،
ته ان ست سمنڊ پري واري ملڪ چليءَ جي بدمعاش
فوجي ٽولي پاران ڪيل عوام جي قتلام جي مذمت
ڪرڻ ڪري "تحريڪ" پاڪستان جي امن امان کي
خطري ۾ وجهي ڇڏيو آهي! سنڌين جي 'پنهنجي'
سرڪار نامدار جي عاقل عملدارن جي اها به مهرباني
جو ڪو نه ڪو بهانو ڳوليو اٿن" جي سنڌون سڌو ڇون

ها ته "بند ڪريو پنهنجي بڪواس!" ته اسين ڇا ٿي
ڇڏي سگهياسين؟ گنهگار، ته اسين هونئن به آهيون!
سنڌي هجڻ، سنڌيءَ ۾ رسالو ڪيڻ، سنڌي عوام جي
ڳالهه ڪرڻ، ڪي معمولي ڏوهه ته ڪونهن!

اسين سنڌ جي هارين، مزدورن، شاگردن، اديبن،
دانشورن، وڪيلن ۽ ٻين وطن دوستن جا نورائتا آهيون،
جن سرڪار جي هن قدم جي مذمت ڪئي آهي. اسين
سڄي سنڌي عوام کي اپيل ٿا ڪريون ته پنهنجي
ڇوٽڪاري (؟) معرفت سرڪار تي زور آڻي ڪين
"تحريڪ" کي بند ڪرڻ کان روڪين.

اسان کي اميد آهي ته سرڪار نامدار "تحريڪ"
جو گلو گهٽڻ واري خيال کان باز ايندي ۽ اسان کي
پنهنجو عوام دوست فرض ادا ڪرڻ کان نه روڪيندي.
پر تنهن هوندي به، اهو امڪان موجود آهي ته
تحريڪ بند ٿئي.

جيڪي به ٿيو، اسين ڪنهن به ڪنهن نموني
سنڌي عوام اڳيان انقلابي وطن دوست نقطي نظر پيش
ڪندا رهنداسين ۽ پنهنجي حال سارو سنڌي عوام جي
خدمت ڪندا رهنداسين. ان ۾ اسين ڪابه ڪوتاهي
ڪونه ڪنداسين. "تحريڪ" جيڪو پيغام ڏنو آهي
اهو مرڻو ناهي. سنڌي عوام ان کي مرڻ نه ڏيندا.
"تحريڪ" وري ايندي.

"اهڙا مانجهي مرڻا ناهن، ويس مٽائي وڃڻا آهن!"

[ماهوار "تحريڪ" - جولائي ١٩٤٣]

# سنڌيت مٿان هڪ هٿي ۽ ٺپڪو ختم ڪرايو!

سنڌي قوم جي جونڪاري ۽ واڌاري جي جدوجهد ۾ سوين هزارين ماڻهن پنهنجي پوڄ، سمجهه ۽ وس آهر ڪم ڪيو آهي، سور سٺا آهن ۽ قربانيون ڏنيون آهن ۽ ڏين پيا. سنڌي قومي جدوجهد لکين سنڌين - سنڌي هارين، مزورن، غريبن، اديبن، دانشورن، شاگردن ۽ محب وطن جي جدوجهد آهي. اها ڪنهن هڪڙي ماڻهوءَ جو سورهيائيءَ وارو ڪارنامو ناهي. اها سموري سنڌي قوم جي گڏيل ڪوشش آهي. اڃا پنڌ ڏکيو آهي، منزل ڏکي آهي. اڃا گهڻو، گهڻو ڪجهه ڪرڻو آهي.

بدقسمتيءَ سان هڪڙي ٽولي گذريل ڪجهه سالن کان قومي جدوجهد تي زوري ڇاپو هنيو، ان کي پنهنجي جڳ ذاتي ملڪيت بنائي ورتو آهي. ان لاءِ هو محترم جي ايم سيد جو نالو ڪتب آڻين ٿا. ڇي سنڌ جي قومي جدوجهد اڪيلي سر جي ايم سيد هلائي آهي! هو ئي ان جو اڪيلو وارث آهي! سنڌي عوام کي اهو ئي ڪرڻو آهي جيڪي هو چئي! جيڪو ان ۾ حجت ڪندو، سو ڇپيو ته غدار آهي، سرڪار جو پٺو آهي! وغيره.

"قومي اتحاد" اڄ جي وڏي ۾ وڏي قومي ضرورت
آهي، ان لاءِ ضروري آهي ته هر ڳالهه ۾ هر وقت ڪنهن
هڪڙي فرد، ٽولي يا طبقي بدران سموري سنڌي عوام
جي زبردست گهڻائي جي نفعي نقصان جو خيال رکجي،
جيڪا ڳالهه جيتري هجي اوتري ڪجي. اجايو وڌاءُ
يا ڪوڙ ڪرڻ، قومي تاريخ ۾ جعلسازي ڪري ڪنهن
هڪڙي فرد يا هڪڙي ٽولي جي قربانين جا فرضي
داستان گهڙي ان، کي قوم جو اڪيلو وارث ڪري
پڌائڻ، قوم جي لکين عوام کي سجاڳ، متحد ۽ منظم
ڪري ميدان ۾ آڻڻ بدران ۽ جن جي صلاح مصلحت
سان قوم جي ڇوٽڪاري لاءِ صحيح راهه ڳولي ڪڍڻ
بدران، سڪتا وات جا ٺڪاءُ هڻي پاڻ کي سورمو
سڏائڻ، قومي پڙيءَ کي ڪُن ۾ ڦاسائڻ، وطن دوستيءَ
تي هڪ هڻي ۽ ٽيڪو چڙائڻ - اهي ڳالهيون اڄ قومي
پڌيءَ لاءِ وڏي ۾ وڏيون رڪاوٽون ٿي پيون آهن.
سڄي قوم جڻ سنڌي قوميت کان خارج ۽ لا دعويٰ
ٿي پئي آهي. رڳو هڪڙو ننڍڙو ٽولو پاڻ کي
"سنڌي" سڏايو سگهئي ڦٽ ڦٽ پيو ڪري. مصيبت اها
ٿي پئي آهي ته، قوم کي سخت نقصان رسائيندڙ ان
روش بابت جيڪو به پڙڪ ٻاهر ٿو ڪڍي تنهن تي
هڪدم "غدار" جو ٺپو لڳايو ٿو وڃي. ان ڊپ کان
اڪثر محب وطن ماٺ ڪيو ويٺا آهن ۽ سچي ڳالهه
ڪرڻ کان لهرائين ٿا. نتيجو اهو ٿو نڪري جو سنڌي

قوم کي اهڙو نقصان پهچو رسي جنهن جي ڀڃڻي اسين-
سالن جا سال پڻ پوري ڪين پونداسين.

هن وقت حالت اها آهي ته، ڪو ماڻهو جي ايم سيد
۽ سندس مريدن جي موڪل کان سواءِ رڳو سنڌ جو
نالو ڏڏو وٺي ته اُن کان به، لکيت ۾ سبب ٿو گهريو
وڃي ته "تو ائين ڇو ڪيو؟" ڇو "اوهين محب وطن
آهيو ته پوءِ سائين جي ايم سيد جي پوئلڳن ڇو نه آهيو؟
صاف ظاهر آهي ته اوهين ان کي 'ڪتو' چاهيو ٿا ۽
ظاهر آهي ته، سواءِ سرڪار جي پٺوڙن جي ٻيو ڪوبه
سائين کي 'ڪتي' نٿو سگهي! ڇنبو ته اوهين سرڪار
جا پٺو آهيو!".

هن قسم جي سوچ کي ائين ڇڏيو ويو ته سائين
شاهه صاحب جي مريدن جي پرمٽ وٺڻ بنا ڪير پاڻ
-کي سنڌي به سڏائي ڪونه سگهندو. محب وطن سڏائڻ
ته پري رهيو! هيءَ اها ئي سوچ آهي جيڪا سنڌ ۾
ڳوٺ جي وڏيري جي هوندي آهي. جي 'راج ڏنيءَ
جي موڪل بنا ڪير به ڳوٺ ۾ ٽيڙي ڪري نه هلي!'
هيءَ ساڳي ليگ واري سوچ آهي. 'هڪڙو الله، هڪڙو
رسول، هڪڙو پاڪستان، هڪڙي ليگ ۽ هڪڙو
قائد اعظم! جيڪو ليگ ۽ قائد اعظم کان ڦريو سو
الله رسول کان ڦاڙڪ ۽ پاڪستان جو دشمن! ساڳي
نازي ۽ فاشي سوچ آهي. هٽلر ۽ مسوليني جي پرمٽ بنا
ڪير پاڻ کي جرمن يا اٽالين سڏائي!

سنڌي محب وطنن جو فرض آهي ته هو هارين، مزدورن، خوارين ۽ ڏڌرين جو خطرو سر تي کڻي به، هن مسئلي جي پوري چنڊڇاڻ ۽ ڇنڊ ڇاڻ ڪن ته جيئن سنڌي اتحاد ۽ ڀائيچاري جو رستو جيڪو هاڻ بند ٿيو پيو آهي سو کلي پوي.

لکين سنڌي ماڻهو آزادي ۽ کليءَ دل سان قومي جدوجهد ۾ هڪجهڙو ڀرپور حصو وٺي قوم کي اڳتي وڌائي سگهن.

ڪي ماڻهو چوندا ”صلاح ته چڱي! پر 'شينهن' جي وات ۾ اول متو ڪير وجهي؟“

چڱو، تڏهن شروعات پلا اسين ٿا ڪريون! پهرين اسان جي سوچ حاضر آهي. سنڌ جا سجاڳ ۽ سوچيندڙ ماڻهو ٺڏي سيني ۽ ٿڌيان سان ويچار ڪن ۽ پنهنجا خيال سنڌي عوام اڳيان پيش ڪن.

اسان جي نظر ۾ شاهه صاحب سنڌ جو اڪيلو وارث ڪونهي. ان اڪيلي سر قومي جدوجهد ڪانه هلائي آهي. هن قوم کي ڏورڙو انهو پهچايو آهي ۽ وچ وچ ۾ سخت نقصان به رسائيندو رهيو آهي. سائين هيٺين ۽ ٻين ڪيترن سببن جي ڪري سنڌ جو اڪيلو وارث ۽ اڳواڻ ٿي نٿو سگهي: (١) سنڌ جي اڳواڻي گڏيل هٿن گهرجي ۽ نه ڪنهن هڪڙي فرد جي هٿ هئي. (٢) سنڌ جي اڳواڻي سنڌي هارين، مزورن ۽ غريبن جي هٿ ۾ هئڻ گهرجي ۽ نه جي ايم سيد جهڙن

وڏن زميندارن ۽ سجاده نشينن جي هٿن ۾. (٣) هن جي
سوچ مدي خارج آهي. (٤) ڪيس قومي جدوجهد هلائڻ
جي صحيح واٽ جي ڪا به خبر ڪانهي. (٥) ان واٽ
تي هلڻ لاءِ قومي ڪارڪنن کي جيڪي اڻٿڪ کپي
سو سائين تي ٿي نٿو سگهي. (٦) هن کي جدوجهد
مان جيڪا سياسي قوت هٿ آئي اچي سا پڇاڙيءَ ۾
وڏيرن جي حوالي ڪري برباد ڪري ڇڏي. (٧) جي ايم
سيد جي ٽولي طرفان سرڪار جي جيڪا سطحي ۽
نمائشي مخالفت پيش ٿئي ۽ سنڌ پاران مصنوعي جنگ
پيش هلي، تنهن سنڌي عوام کي خوشفهميءَ ۾ وجهي
ڇڏيو آهي ته "اسان پاران جيڪي ٿيڻ گهرجي سو ٿئي
پيو. وڌيڪ ٿي نٿو سگهي." هن جي خيال ۾ قومي
جدوجهد ٿيندي ئي اهڙي ۽ ايتري آهي! انهيءَ ڪوڙي
آسري تي لڳي ۽ گمراهه ٿي، اڪثر ماڻهو پنهنجي
ڪنڊ وٺيو ويٺا آهن ۽ سنڌ جي عظيم عوامي اتحاد ۽
گڏيل قومي جدوجهد لاءِ پوري ڪوشش ۽ جاکوڙ جي
ضرورت نٿا محسوس ڪن. (٨) سائين تريءَ تي بهشت
حاصل ڪرڻ جي وڏيرڪي لاڙين ورتي آهي. پر سنڌ
جو قومي مسئلو تمام ڏکيو، پيچيدو ۽ اونهو آهي. ان
جي حل لاءِ تمام ڏکي ورن وڪڙن واري جدوجهد
هلائڻ ضروري آهي. ان ۾ هر هڪ سنڌي محب وطن
کي هٿ ونڊائڻو پوندو. خاص ڪري لکها پورهيتن
کي دل و جان سان شريڪ ڪرڻو ۽ اڳ ۾ آڻڻو

پوندو. رڳو سفيد پوش لڏي ڪان هي ڳالهہ ڳري آهي. وڌيڪ تفصيلن ۾ وڃڻ مناسب ناهي. (٩) ٻئي طرف رٿابندي، همت، محڪم ارادي، اورچائي، فهم، لچڪ، قرباني، ڏاهپ ۽ ڊسيپلين سان رٿيل امواي اڳتي وڌياسين تہ پنهنجي جائز مقصدن حاصل ڪرڻ جا بهترين امڪان موجود آهن. سائينءَ ۽ سندن مريدن ۾ اهي ڳهرئيل لياقتون ناهن. (١٠) جي ايم سيد ۽ سندس مريدن پنهنجي غير ذميوار ۽ پارٽين حرڪتن سان قومي جدوجهد جي واڌاري ۾ سخت رڪاوٽ وجهي عملي طرح دشمن لاءِ ميدان سازگار ڪيو آهي ۽ سنڌين جون راهون بند ڪيون آهن. (١١) قومي ڪم صلاح مصلحت سان ٿيڻ گهرجي. سائين جي ايم سيد آپي شينهن ۽ غير ذميوار آهي. سندس ذهنيت غير جمهوري ۽ وڏيرڪي آهي. هو نهايت نازڪ مسئلن ۾ بنا سوچ ويچار جي دٻ ڏيو ڇڏي. منجهس ايتري سمجهہ، ڏاهپ ۽ پختائي ڪانهي جو وقت سر موٽ کائي خطرناڪ غلطيون درست ڪري سگهي. نتيجو اهو ٿو نڪري جو سندس ڪري قومي جدوجهد هيئنر وانگر سالن جا سال ڪنڌ ۾ ڦاٿي پيئي هوندي آهي. (١٢) سنڌ جي موجوده حالت اڻ ٺر ناهي اسان وٽ ڪيترا وسيلا ۽ موقعا هئا ۽ آهن. اسان اڳوڻين جدوجهدن ۾ ڪئين مورچا هٿ ڪري ڇڏيا هئا. انهن وسيلن، موقعن ۽ مورچن کي همت، مرسيءَ ۽ ڏاهپ سان ڪم آڻجي ها تہ اسين اڄ تمام اڳتي وڌيل هجون

ها. جي ايم سيد جي متحده وڏيرڪي محاذ ۾ هئڻ. اهڙن شوشن ڪري اڳتي ته ٻه وڌي سگهياسين، مورچو ڪٽيل مورچا هارائي ويٺاسين. هاڻ ڪجهه سال لوڙڻو ۽ ڀتوڙڻو پوندو، تڏهن مس وڃي اڳوڻي قومي ٻڌي ۽ طاقت گڏ ڪري سگهنداسين. (١٣) شاهه صاحب پنهنجي سنگين سياسي غلط ڪارين ۽ ناڪامين کي منڍ لاءِ قرباني ڳڻائي ٿو. لکيون ۽ اجايون وات جون لستون وٺي دشمن کي نظربنديءَ لاءِ بهانا ڏيئي پاڻ کي منڍ ٻاران صدقو ٿيل مظلوم ڄاڻائي ٿو. ان فرضي قربانيءَ ۽ مظلوميت کي هو سنڌي محب وطن عوام خلاف سياسي هٿيار طور استعمال ڪري ٿو ۽ کين اخلاقي طرح مجبور ٿو ڪري ته هو سندس هر غلط ڳالهه اڳتو سر جهڪائي، غلط وات وٺن ۽ قومي طرح تباهه ٿين. اها روش بي واجبي، غلط ۽ وطن دوستيءَ جي قانون خلاف آهي.

قومي اتحاد لاءِ ضروري آهي ته اڪيون پوري ڪنهن هڪ فرد يا ٽولي پويان ڊوڙڻ بدران سڄي قوم ۽ عوام جا سڄاڳ محب وطن گڏجي راهه ڪڍن ۽ اڳتي وڌن. ان ڳهربل صلاح مصلحت ۽ جدوجهد ۾ هين سڀني وطن دوست فردن ۽ ٽولين سان گڏ شاهه صاحب ۽ سندس ٽولي جو به ڀرپور ۽ شاناڻو حصو هجڻ گهرجي. هر جدوجهد جي اڳواڻيءَ تي ٺيڪو ۽ هڪ هٽي ڪنهن به فرد يا ٽولي جي نه هئڻ گهرجي

۽ ته جدوجهد اڳي وانگر وري به تيز ٿي ويندي. پڙهندڙن ۽ عام سنڌي محب وطن کي تبصري، تنقيد ۽ رهبريءَ لاءِ عرض آهي. جيئي سنڌ!

[ماهوار ”تحريڪ“ - آگسٽ ۱۹۷۳]

# اسين ڪنهن جي گارگند ڪان نہ ٻڇنداسين!
# اسان پاڻ گند نہ ڪنداسين!

سنڌي عوام کي پنهنجي جدوجهد لاءِ سٺين سنواٽي واٽ جي کوجنا ۽ تلاش آهي. هر سنڌيءَ جو قومي فرض آهي تہ ان ڳولا ۾ مدد ڪري ۽ قوم کي اوجهڙ ۾ پوڻ کان بچائي.

تحريڪ پنهنجو فرض سمجهي راهہ ڏني آهي، تہ فلاڻي واٽ غلط آهي. ان واٽ کي بدلائجي. تحريڪ جو لکيو قرآن ڪونهي. هڪڙي راءِ آهي، هڪڙي سوچ آهي. اها راءِ ۽ اها سوچ صحيح بہ ٿي سگهي ٿي، غلط بہ ٿي سگهي ٿي. جي اها صلاح ۽ سوچ غلط لڳي تہ ان جو جواب ڏيڻ کپي. تحريڪ پنهنجي راءِ جي حمايت ۾ دليل ڏنا آهن. دليلن جي جواب ۾ دليل ڏجن. عوام کي ٻڌائجي تہ ڇو فلاڻي سوچ غلط آهي؟ اهڙيءَ ريت هي مسئلو سهڻي نموني نبري سگهي ٿو ۽ قوم جي سوچ ۽ سمجهہ ۾ واڌارو اچي ٿو. اسان کي صحيح واٽ ملي ٿي. اسان ۾ وڏو اعتماد

۽ يقين پيدا ٿئي ها. اسين وڏيڪ حوصلي سان اڳتي وڌون ها. پر ٿيو ڇا؟ تحريڪ جي ڪارڪنن کي سنڌي پورهيت عوام جي نقطي نظر پيش ڪرڻ جي جرم ۾ قلم باز لوفرن ۽ غنڊن هٿان غليظ ۽ گنديون گاريون ڏياريون ويون آهن. مٿائن مسخريون ۽ ڏچرا ڪرايا ويا آهن. سنڌي حيا، فضيلت ۽ اخلاق جا سورا ليڪا لتاڙي قومي خدمت ڪندڙ سنڌي نياڻين تي گند اڇلايو ويو آهي. اهو سڀ ڪير ٿو ڪرائي؟

اهو سڀ محترم جي ايم سيد جي ناليءَ ۽ سندس پاران ٿيو آهي. حالتن مان ظاهر آهي ته اهو سندس اجازت ۽ هدايت کان سواءِ نه ٿيو آهي. محترم شاهه صاحب کي هن وقت سن شهر کان پاهر نڪرڻ جي موڪل ڪانهي. اها پابندي ناجائز آهي. اسين انهي پابنديءَ کي سنڌي عوام خلاف زيادتي سمجهون ٿا. ان زيادتي ختم ڪرڻ لاءِ اسان بار بار پرزور مطالبا ڪندا رهيا آهيون. اسين هاڻي به اهو مطالبو ڪريون ٿا. بهرحال شاهه صاحب پابند آهي پر خدانخواسته قيد تنهائي ۾ ڪونهي. شاهه صاحب ۽ سندس مريدن جي وچ ۾ اوچيون ديوارون نڪي هٿ ڪپن ۽ نڪي ڪي وري آهن. اها سڀني کي خبر آهي ۽ اسان کي به آهي. اهڙي حالت ۾ ڪهڙا ڪم شاهه صاحب جي موڪل بنا نٿا ٿي سگهن.

پوءِ ڏٺهن ڪهڙو ليڪ ۽ شريف خانداني سادات

ماڻهو ۽ بزرگ اهڙا ڏاڍا ڇسو ٿو ڪرائي يا ڪرائن
ڏي؟ ڇا هن کي يا سندس مريدن کي ”تحريڪ“ جي
ڪارڪنن سان ڪا ذاتي دشمني آهي؟ اسين نٿا
سمجهون ته ائين آهي. هي ذات نيات، پني پاري،
دنگ دڙي، ڏنڊي واپار جي جُوف جو تڪرار ڪونهي.
ته پوءِ قومي سياست جي ميدان ۾ ههڙيون ڪريل ۽
غليظ حرڪتون ڇو؟ ان جو جواب بلڪل سولو ۽ سادو
پيو آهي. ”تحريڪ“ قوم اڳيان جيڪي ڳالهيون پيش
ڪيون آهن. انهن جو ڪوبه سچ پچ اثرائتو جواب
موجود ڪونهي. اينتري اخلاقي جرات، ايمانداري ۽
قرباني به ڪانهي جو صحيح ڳالهه مڃي پنهنجي غلطي
قبول ڪري پاڻ تي تنقيد ڪجي ۽ پاڻ کي سڌارجي.
اهڙي حالت ۾ باقي وڃيو اهو رستو بچي، جيڪو وڏيرڪو
طبقو روز ازل کان عوام خلاف وٺندو رهيو آهي. يعني
ڏاڍائي ۽ دپاءُ جو. وڏيرڪو طبقو صدين کان اختلاف
۽ اعتراض کي ڪچلڻ لاءِ عوام کي ڪاٺ، قيد، ڦاهيون
۽ سوريون ڏيندو رهيو آهي. اڄ به منجهانئن جن جو
وس هلي ٿو سي اهي ڏاڍا چالو ڪريو ويٺا آهن. باقي
جن کي في الحال جيل ۾ وجهڻ، ٽيپ ڏيڻ يا ڦاهي
ڏيڻ جي اختياري ڪانهي، سي هن وقت جيڪي طبقاتي
هٿيار موجود آهن؛ انهن کي استعمال پيا ڪن. يعني
ڪوڙ، بهتان، گلائون، مسخريون، ٺٺوليون، ڏچرپا،
سانگ، خواريون، دڙڪا، دهمان ۽ غليظ گاريون. سياڻي

جي حڪومتي ڏنڊو هٿ ۾ چڙهي وڃن، ته بلاشڪ
ڪاٺ، قيد، ڦاهيون، ۽ سوريون بہ ڏيندا. دٻاءُ ۽ ڏاڍائي
سندن عوام دشمن فطرت آهي جا ڪڏهن بہ بدلجي
نٿي سگهي.

سوال "تحريڪ" جي ڪارڪنن جي ذات جو ناهي.
هي ڳالهہ فرد ۽ ذات کان چڙهيل آهي. هي طبقاتي
ڳالهہ آهي. مبادين محب وطن آهي. قوم پرست آهي،
سنڌي تهذيب، ثقافت جو علمبردار آهي ۽ پيو گهڻوئي
ڪجهہ آهي. پر انهن سڀني ڳالهين سان گڏ بلڪ انهن
کان پهرين هو پنهنجي طبقي جو فرد ۽ نمائندو آهي.
هو وڏو زميندار آهي. سيد، پير ۽ سجاده نشين آهي، وڏيري،
ڀوتار، رئيس، پير، مير ۽ سجاده نشين طبقي جو ڪوبہ
نمائندو اها ڳالهہ ڪٿان ٿو برداشت ڪري تہ ڪجهي
"خسيس" ۽ "معمولي" ماڻهو، اميرن خاندانن جي شاهاڻن
سياسي شوقن ۽ شغلن ۾ ٽنگ اڙائين!

جيڪي "پيغام" ۽ "اڳتي قدم" ۾ ڇپيو ويو
آهي. اهو رڳو ساڻين نہ، ٿو ڳالهائي، سندس طبقو ٿو
ڳالهائي. خطاب فقط "تحريڪ" وارن سان ناهي، سندن
طبقي سان آهي. وڏيري طبقي کي روز ازل کان ورثي
پورهيت عوام لاءِ جيڪا گهري ۽ اٿاهہ نفرت ۽ حقارت
آهي؛ ڪين سنڌي پورهيت عوام جي نظرين ۽ انهن
نظرين جي وڪالت ڪندڙن سان جيڪو ڊپ ۽ هراس
آهي، اها سموري نفرت ۽ حقارت، اهو سچو ڊپ ۽

هراس انهن غليظ ۽ گندين ڪارين جي ٽٽي ٻگھ جو
روپ ورتي وڏيرن جي قلم باز شڪاري لوڏ جي واڇن
مان ڳڙي پيو آهي.

وڏيرا سياستباز عظيم ۽ اعليٰ، فرشتا ۽ ملائڪ،
پيغمبر ۽ ”آدم جي روپ ۾ اور شيون. فقط ڏيکاريندا آهن
آهن، جيستائين سندن خالص طبقاتي سياست قوميت جي
پوش ۾ لڪل آهي ۽ سندن طبقاتي ڳنڍ تي لٽ نٿي
اچي. جڏهن ٿورڙو سوال جواب ۽ حساب ڪتاب ٿو
ٿئي، جڏهن سندن سياست جي اصل طبقاتي فطرت تان
ظاهري قومي پوش لهيو پوي ۽ جڏهن ڪين ٿورڙو
طبقاتي سيڪ ٿو اچي، تہ پوءِ وڏيرڪي ۽ حاڪماڻي
سياست، پنهنجو قومي بزرگيءَ جو پرت پريل ريشمي
غلاف اڇلائي ڦٽو ڪري، پنهنجو اصلوڪو، ڪاريال،
ڏاڍاگير ۽ رهزن وڏيرڪو روپ وٺيو اچيو وچ بازار ۾
بيهو رهي. سنڌي قوم ۾ وڏهڻ وڳڻ جا ڪي سنڌا
سيڙها مقرر ٿيل آهن. ڪي فضيلتون، ڪي حيائون ۽
ڪي شرم ڪرڻا آهن. چوندا آهن تہ وڏهندي سيڪو
ويڻ اچلائيندو، ڳل ڪونہ اچلائيندو. پر 'وڏهڻ
مهل اهو ڪي ڪجھ ڪجي جو پرڄڻ مهل ڪم
اچي' اهي قانون وڏيرا شاهيءَ ۽ پرمار شاهيءَ ۽ سندن
پالتو لوڏ سان لاڳو ڪونهن. وڏيرن ۽ پرمار سياستبازن
لاءِ پنهنجي ذات، پنهنجو ٽولو ۽ پنهنجو طبقو اول ۽
آخر آهي. انهن جي پاڙيءَ جي نقصان ۽ نفعي لاءِ

هو سڀئي ملڪ ۽ سموري قوم جي مفادن کي تباهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا. اهوئي سبب آهي جو هو گلاخوريءَ جي خسيس لسٽ وٺڻ ۽ ڇڏڻ ڀرڻ لاءِ لٺي ڪرڻ لاءِ کي اهڙا به ڪوڙا ۽ ڪمينا الزام ترين ٿا، جن جو مدلل ۽ لاجواب ڪندڙ جواب ۽ صفائي، کين خبر آهي ته اسان آسانيءَ سان ڏيئي سگهون ٿا، ٻر اڻين ڪرڻ سان اسان کي ناقابل تلافي نقصان رسندو. کين ناقابل تلافي نقصان رسندو. سموري قوم کي ناقابل تلافي نقصان رسندو. اهڙي صورت حال مان چاٿي پڄهي ناجائز فائدو وٺڻ کي آزاد قومن ۾ بليڪ ميلنگ چئبو آهي، ۽ آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ قومن ۾ غداري چئبو آهي. بليڪ ميلنگ ۽ غداري وڏيرا شاهي ۽ پرمار شاهي جي طبقاتي فطرت آهي.

پناهگير نقلي ترقي پسندن جا جيڪي پالتو ماڻهو سنڌي نوڀيون پائي سنڌو ديشي بڻيا "تحريڪ" جي ڪارڪنن کي گاريون پيا ڏين. تن کي ۽ سنڌن آقائن کي ايڏي ڏاڍ ڪرڻ مان هڪڙي اميد اها به آهي ته اسين به محترم جي ايم سيد خلاف اهڙوئي ذاتي گند ڪنداسون ۽ پوءِ سنڌ ۾ نظرياتي ۽ سياسي جنڊ چاڻ ختم ٿي ويندي، سنڌين جي صحيح راه جي ڳولا ختم ٿي ويندي، سنڌي اتحاد جون راهون بند ٿي وينديون، سنڌي سالن لاءِ ذاتي الزامن ۽ جوابي ذاتي الزامن جي گندي ڏبڻ ۾ ڦاٿا پيا هوندا ۽ سنڌ-

دشمنن جي چاندي ٿي ويندي. اسين سنڌ دشمن پرمارن جون سڌون پوريون ٿيڻ نه ڏينداسين. هو سنڌي وڏيرا شاهي ۽ ڪي ڪاٽ ڪبهي تي ڪٺائي ڪيڏي به گندگي ۽ غلاظت ڦهلائين ۽ ڪيڏيون به شرارتون ۽ سازشون ڪن. پر اسين پنهنجي اصل مقصد ۽ اصل راه تان هڪ انچ جيترو به ٽرڻ لاءِ تيار نه آهيون ۽ نڪي ٿينداسون. "مرسون، مرسون ڏيهه نه ڏيسون" اسين شاه صاحب تي ذاتي حملا نه ڪنداسون. اسين ڪنهن تي به ذاتي حملا ڪرڻ نٿا چاهيون. اسان کي ذاتي طرح شاه صاحب لاءِ عزت آهي. هو ذاتي طرح پلو ۽ لائق ماڻهو آهي. عزت جي لائق آهي. اسين جائز حدن اندر سندس عزت ۽ احترام ڪندا رهنداسون. اهو اسان جو قومي فرض آهي. اسين اصولي ڳالهيون ڪريون ٿا. اسين اهي هر حالت ۾ ڪندا رهنداسون. اسين سکڻ ۽ سيکارڻ چاهيون ٿا. اسين سچيءَ دل سان سنڌ جي قومي مسئلن جي ڇنڊڇاڻ ڪري صحيح راه ۽ صحيح رستي تي پهچڻ ۽ اڳتي وڌڻ چاهيون ٿا. اها ڇنڊڇاڻ، جانچ ۽ ڳولا ۽ اهو واڌارو اسين جاري رکنداسين. سنڌي عوام صحيح بنيادن تي پاڻ ۾ پڌي ڪرڻ، صحيح گس ۽ صحيح واٽ وٺي، مضبوط ۽ اٽل ارادي سان اڳتي وڌڻ ۽ پنهنجي نجات حاصل ڪرڻ گهري ٿو. ان ڳالهه ۾ اسين سمورن محب وطن فردن، ٽولن، طبقن، تنظيمن سان گڏجي پنهنجي پوري آهر سنڌي عوام جي

مدد ڪندا رهندا سون. اهو اسان جو قومي فرض آهي. اسين ان فرض ادائي تي قائم رهندا سون ۽ وقت جي هر مشڪل کي بهادري ۽ ثابت قدمي، حوصلي ۽ پختي يقين سان منهن ڏيندا سين. سنڌي عوام فاتح ٿيڻو آهي سو ضرور ٿيندو.

ڪنڌا سون پيرن ۾ توڙي لڪ لڳن
آڳر آڳوڻي نه مڙي ڇپون پير ڇڄن
ويندي ڏانهون پرين، جتي جات نه پاڻيان.
(شاهه)

## اسان جي حال تي ڇا ٿيو!

اسان کي گذريل ٽن سالن ۾ هڪڙي ڪوڏيءَ جو به اشتهار ڪونه مليو آهي. سالن جي جدوجهد کان پوءِ اسان کي سرڪار 'تحريڪ' جون ڪل ١٩٥ (هڪ سو پنجانوي) ڪاپيون ڇپڻ لاءِ پنو منظور ڪري ڏنو آهي! ان ڪري اسان تحريڪ جا صفحا وڌائي نه ٿا سگهون. جيترا صفحا به ڏري گهٽ ناقابل برداشت قرباني ڏيئي ڇپي رهيا آهيون. اهن ٣٦ صفحن ۾ اسين رڳو بحث مباحثو به ڏيئي نٿا سگهون. نه ته ماڻهو ڪٿي ٿي پوندا. هوڏانهن تحريڪ تي چئني طرفن کان وارو وار لڳي پئي آهي. وڏيرن ۽ پرمارن جي پائيواريءَ وارا رسالا "پيغام" ۽ "اڳتي قدم" اڳيئي اسٽارٽ آهن.

جماعت اسلاميءَ وارا سچي پاڪستان ۽ وطن دوست سنڌين خلاف جيڪا پنڊي پاريو بيٺا آهن، تنهن ۾ تحريڪ کي به ڪونه وساريو اٿن. لائلپور جي جماعتي رسالي ”المنبر“ ۾ تحريڪ ۽ ان جي نظرين خلاف هڪ مضمون جو سلسلو ڇهن مهينن کان لاڳيتو هلي رهيو آهي. پر سنڌ جي جماعتي رسالي ”آئيني“ به ”تحريڪ“ خلاف لکڻ شروع ڪيو آهي. باقي وڃي اسان جو. وفا شعار، سچار، دلير، ايماندار، اشراف، ذاتي لالچ، ساڙ، حسد، وير، بغض کان ڪوهه پري پڇندڙ، سرڪار جو ازلي مخالف، سرڪاري مهربانين ۽ پنن اشتهارن کان ونءَ ويندڙ هڪڙو سهڻي سيرت وارو جوان جماڻ يار رهيو هو، سو مڙس هٿن مان ٿي سورهو ٿيڻ ۽ پڙ کڻڻ کان رهجي ويو، پر شڪر آهي، جو عين ٽائيم تي اهو به پنهنجو گهوڙو ڊوڙائيندو، سهڪندو، سهڪندو اچي ”تحريڪ“ کي گاريون ڏيڻ وارن جي پڙ ۾ پهتو آهي. پيا به پنڌ ۾ هوندا. اهي به دير سوير اچي پهچندا ۽ خدا گهريو ته چڱي محفل ٿيندي. جيترا گهڻا اوترو وڌيڪ رس لهندو! اسين اميد ته هر هڪ سان ڪچهري ڪنداسين. هر هڪ جي سوال جو جواب ڏينداسين. انهن ڪچهرين مان سنڌي عوام کي فائدو رسندو، نقصان ڪونه ٿيندو. سندن چاڻ وڌندي، سندن سياسي تربيت ٿيندي. هو دوست ۽ دشمن، ظاهر ۽ باطن، اندر ۽ ٻاهر، ڪچي ۽ پڪي، عارضي ۽ دائمي،

حقيقي ۽ نمائشي شين، ماڻهن، لقائن ۽ حالتن ۾ فرق
ڪري سگهندا. اسان جون ٻه ڪتابڙيون دور ٿينديون.
مرڪز گهڻا، ٻئي طرف اسان کي پنهنجن راين پيش
ڪرڻ لاءِ وڌيڪ ويڪرو ۽ وسيع ميدان ملندو. اميد
ته سڀ سولي ٿيندي.

اسين تحريڪ جي پڙهندڙن کان رڳو هڪڙي
سهوليت گهرون ٿا. اسان تي ڪوڙا الزام ۽ ڪوڙا
ڦڏا تمام گهڻا آهن. جيئي ٻه ڪو سنڌ دشمن، عوام-
دشمن ۽ پورهيت دشمن ٿالهو آهي، اتي اسان تي
ڪو نه ڪو ڪوڙو ڪيس رجسٽر ڪيو ويو آهي.
ان جي جواب ڏيڻ لاءِ اسان وٽ وسيلا نه هئڻ جي
برابر آهن. اسان وٽ انهيءَ لاءِ صفحا مهيني ۾ وڌ ۾
وڌ ١٠-١٢ ئي سگهن ٿا. ان ڪري اسين سڀني يارن
کي هڪڙي ئي وقت هڪڙي ئي پرچي ۾ سمورا
جواب ڏيئي نٿا سگهون. ان ڪري اسان پاليسي هيءَ
ٺاهي آهي ته، پهرين هر ڪا ڪوڙا ڪيس داخل ڪندڙ
ڌر پنهنجو سمورو ڪيس پيش ڪري، پوءِ هر ڪو
پنهنجو گهوڙو هڪلي پنهنجا پنڌ ڏيکاري ڏنگ ڪري.
پوءِ اسين هر هڪ کي هڪو جواب ڏينداسين. انهيءَ
پاليسي مطابق اسان سنڌو ديش جو ڍونگ رچائيندڙ
پناهگير نقلين جي رسالن "پيغام" ۽ "اڳتي قدم" کي
ٻه سال ڇڏي ڏنو ته پوءِ دل کولي اسان جي خلاف
پنهنجو ڪيس پيش ڪن. (هاڻ اسان جواب ڏيڻ شروع

ڪيو آهي ته همراهه اچي ڳارين ۾ پيا آهن.)

هن دفعي به اسان ان مجبوري سبب محترم نور محمد سنڌي کي ڏنل جواب جي ٻي قسط شايع نه ڪري سگهيا آهيون. اسان جو عرض آهي ته پڙهندڙ ساٿي، اسان جي ان مجبوريءَ کي خيال ۾ رکي ”تحريڪ“ خلاف لکتيون صبر سان پڙهن ۽ اسان جي هڪدم جواب نه ڏيئي سگهڻ مان اهو انومان نه ڪن ته ڪو اسان وٽ ان جو مناسب ۽ موزون جواب ڪونهي. اهي سوال سڀ اسان جي دل تي لڳا پيا آهن. اميد ته هر اهم سوال جو جواب وڏي ذمان ۽ ذميواري سان ڏنو ويندو. ہر وقت تي، ۽ واري سان. ڏيستائين ساٿي انتظار ڪن. انتظار جو ڦل مٺو آهي. اميد ته سڀ ساٿي ٿيندي.

[ماهوار ”تحريڪ“ - آڪٽوبر ١٩٨٣]



# عظمت ڪتاب گهر

سنڌ صوبي ۾ ننڍا وڏا سوين شهر آباد آهن، جتي پڙهيل لکيل نوجوان به رهن ٿا ۽ جتي بوڪ اسٽال ۽ ڪتاب گهر به آهن پر عظمت ادبي اڪيڊمي جا ڪتاب توهان کي صرف مخصوص ٢٥- بوڪ اسٽالن تان ئي ملي سگهندا ۽ اتي به ممڪن آهي ته هر وقت، هر ڪتاب موجود نه هجي. انهيءَ جا ڪيترائي سبب آهن ۽ ڪيترائي دفعا انهن جو ذڪر به ڪيو ويو آهي پر صورتحال ۾ ڪو فرق نه پيو آهي. عظمت اڪيڊمي تقريباً ڏهه سالن کان ڪتاب ڇپرائي رهي آهي پر ڪتابن جي وڪري ۽ ورهاست جي معاملي ۾ اسين اڄ به بيوس ۽ لاچار آهيون. ڪي ڪتاب سستا وڪرو ٿي وڃن ٿا ته ڪي وري مختلف سببن جي ڪري رهجيو وڃن، هن وقت اداري وٽ اهڙا ٢٣ ڪتاب وڪري لاءِ موجود آهن جڏهن ته بوڪ اسٽالن تي ڪي ٿورا نسخ ۾ ايندا. انهيءَ ڪري اسان حيدرآباد شهر ۾ اداري جي آفيس کي ڪتاب گهر بڻائي ڇڏيو جتان توهان کي اداري جا ڪتاب شاندار رعايتي قيمتن تي هر وقت ملي سگهندا.

اداري سان تعاون ڪريو. توهان جي تعاون وسيلي ئي اسين سنڌي ادب کي سٺا، معياري ۽ سستا ادبي ۽ نظرياتي ڪتاب ڏيئي سگهنداسين.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هڪ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڻَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَڻَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)